يَا اَيُّهَا الَّذِيْنَ آمَنُوا اتَّقُوا اللهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصَّادِقِيْن

اي ايمان وارو! خدا کان ڊڄو ۽ سچ وارن جو ساٿ ڏيو


ماهوار

# الصّادق

ڪراچي سنڌ

علمي ادبي ديني اصلاحي

سنڌي ساهت سال تي
امروٽي رحه نمبر



ايڊيٽر:
حافظ محمد اسمٰعيل


حضرت امروٽي رحه، آزادي لاءِ مولانا عبيدالله سنڌي جي "جنود ربانيه" ٺالي تيار ڪيل فوج ۾ ليفٽيننٽ جنرل جي عهدي تي هئا. حضرت امروٽي انگريزن کان آزادي وٺڻ خاطر جهاد ۽ جنگ جون تياريون پئي ڪيون، ان لاءِ پاڻ وٽ ۽ مختلف هنڌن تي گهوڙا پاليائون. انگريز بزرگ امروٽي کان تمام ڊنل هئا. هڪ ڀيري ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي ڪمشنر حضرت امروٽي کي چيو ته اوهان حڪومت جي مخالفت ڇو نٿا ڇڏيو. حضرتن چيو ته مان انگريزن جي رت جو پياسي آهيان ۽ فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن مان جيئرو رهيس ته انگريزن جون ونون ٽڪي ٽڪي ڪٽائيندس. حضرت جن فرمائيندا هئا ته انگلينڊ جي سڄي حڪومت جي قيمت اسان جي مسجد جي موريءَ جي هڪ پٿر برابر به ناهي ۽ فرمائيندا هئا ته ڏهه انگريز منهنجي مقابلي ۾ سامهون اچن ته ڏهن ئي جو هڪ ڇماٽ سان ساهه نه ڪڍان ته مان پورل شاهه جو پٽ ئي ناهيان.

# ضروري نوٽ

حضرت امروٽي رحہ جي باري ۾ ڪيترن ليکڪن، مختلف وقتن تي هڪ ٻہ دفعا گرفتار ٿيڻ جا واقعا لکيا آهن. اسان جي تحقيق مطابق حضرت امروٽي رحہ ڪڏهن بہ گرفتار نہ ٿيا آهن، جهڙي مٿين قسم جون ڳالهيون لکيون ويون آهن، اهي سڀئي غلط فهمين تي مبني آهن. اهو هن ڪري، جو برابر انگريز حڪومت ڪئي ڀيرا بزرگن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ٻاهر وٺ گهرايو، يا امروٽ پوليس موڪلي، پر هر دفعي عين موقعي تي امن عامہ جي صورت حال بگڙڻ ڪري، سرڪار کي پنهنجو ارادو واپس وٺڻو پيو.

حضرت امروٽي رحمة الله عليه جي ولادت جي تاريخ نامعلوم، مهينو رمضان المبارڪ ڏينهن اربع ١٢٧٦هہ. وفات ٢ رجب ١٣٤٨هہ مطابق ٥ نومبر ١٩٢٩ع.

  

الوحيد جي "سنڌ آزاد نمبر" ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي فرمايو آهي تہ انگريزن کان قطع تعلقات واري مشهور تحريڪ جو تصور دهلي جي هڪڙي اجلاس ۾ حضرت امروٽي جي طرفان پيش ٿيو، پوءِ سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويو.

---


پبلشر :- حافظ محمد اسماعيل

شايع ٿيڻ جو هنڌ:- مڪان AKI-2S-1 لڳ عيدگاهہ مدرسہ مظهرالعلوم حسن پاڻي بندوق والا روڊ کڏو ڪراچي نمبر ٢

ڇپجڻ جو هنڌ :- قاضي پرنٽرس مسجد اسٽريٽ، ميمڻ محلہ کاڏي ڪاتر ڪراچي ٢- فون ٢١٧٩٤٣

مولانا محمد صادق

# ماهوار الصادق ڪراچي


| جلد ٣ | رمضان - شوال - ذوالقعد سنه ١٤٠١هه<br>جولاءِ - اگسٽ - سيپٽمبر ١٩٨١ع | شمارو ٦ - ٧ - ٨ |
|---|---|---|





## سرپرست : مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

## ايڊيٽر : حافظ محمد اسماعيل

سب ايڊيٽر:- عزيزالله پوهيو

خريداري جا اگهه: ساليانو ٣٥-٠ روپيا ڇهه ماهي ١٨-٠ رپيا

## في ڪاپي ٩-٠ رپيا

خط و ڪتابت لاءِ هيٺين ايڊريس ياد رکندا

حافظ محمد اسماعيل AKI-2S-1 لگ عيدگاه مدرسه مظهر العلوم

کڏو ڪراچي نمبر ٢

# امروٽي نمبر ڇو ؟

اڄا پئين ڄمڻ؟ سڄڻ ساريو نہ مرين،
وٺون وهہ ڪاڏيون پري ڇو نہ پسن،
لڳئي ڪونہ ائين، ڪوڪڻ پاروچل جو ۔
( لطيف رحہ )

تاريخ جي عظيم شخصيتن ۽ هستين جون سوانح عمريون ۽ زندگي جا احوال ڪنهن بزرگ پرستي ۽ وڏن جي پوڄا پاٺ واري نظريي ۽ روايت پڌاندر تہ واڳڪي روايت يا رجعت پرستي چئبي ، پر جوڪڏهن تاريخي شخصيتن جي بلند ڪردارن ۽ روشن ستارن جي پرندڙ لاٽن سان ڪا لاٽ ٻاري، پوئتون ايندڙ نسلن لاءِ رستي کي روشني بخشڻ مقصود هجي تہ پوءِ شخصيتن جي زندگي جي، تاريخ لکڻ بدعت نہ بلڪہ سنت چئبي ۔ امالڪتاب قرآن حڪيم جي بيان پر بہ انبياء عليهم السلام جو تذڪرو اهڙي مقصد هيٺ آندل آهي ۔ اسان جي هن خصوصي شماري جو هيرو سرتاج سنڌ، حضرت تاج محمود امروٽي رحمةالله عليه بہ اها منزل نما، نشانبر، شخصيت هئا، جن جو وجود مسعود ۽ پنهنجن ڏي موڪليو وڃڻ بہ قدرت پاران انساني رهنمائي جو هڪ شاندار سمبال ۽ ڪارنامو آهي ۔ افسوس ۽ شرم سان هي اقرار ڪرڻو پوي ٿو تہ هن عظيم، قومي، هيري جي ڪارنامن، خدمتن ۽ آزاديءَ جي لاءِ شاندار سر فروشانہ جدو جهد کي اسان پوئين، نہ سمجهيو ، نہ سموهيو ۔

امروٽي رحمةالله عليہ سنڌيءَ جي ماڻهن کي فولاد ۽ رڪ جو اڻ موٽ ماڻهو بڻائڻ آيو هو ۔ سپاهي، داروغي ۽ تپيدار کان ڊپجو ماڻهوءَ کي انگريز بهادر جي ڪرنلن، جرنلن، وائسرائن ۽ جارجن سان ويڙهائڻ آيو هو ۔ هو پنهنجي جهرڪيءَ کي ٻازن کان ٻازي کٽڻ جو ڪُر سيکاري

ويو ، حضرت اسروٽي پنهنجي دؤر ۾ تصوف ۽ روحانيت جــي آسمان تي پهتل هو ، وٽس تزڪيہ نفس يعني قلب جي صفائي لاءِ سلوڪ جي راهہ جا پانڌيئڙو جڏهن الله الله جو ذڪر وٽڻ ايندا هئا تہ ڪين حڪم فرمائيندو هو تہ وڃي انگريزن ڪي گاريون ڏيو تہ توهان ڪي ذڪر جو ثواب ملندو . انهيءَ مان هي ثابت ٿئي ٿو تہ اسروٽي پير وٽ غلاميءَ جي فضائن ۾ الله الله جو ذڪر تنوارڻ بہ آداب جــــي خلاف هو . اسروٽي پنهنجيءَ اُڪهاڙن ڪلهي تي ڪنجري وارن ڪي پڙهائي رهيو هو تہ :

اسان تي سلڪ مذهب جي مدد لازم سرڻ تائين ،
انهيءَ اعـــلان ۾ ايذا وســـــي آخر تہ بسم الله .

وري ڪڏهن جوش ۾ اچي فرمائيندا هئا :

مسلمانو ڪريو ڪوشش هڏايو جلد جارج ڪي ،
ٽپڙ ٽاڙيون تڏا توئريون پڏايو جلد جارج ڪي .

۽ وطن جي محبت ۾ سرشار ٿي تنواريندا هئا تہ :

عمر اباڻي تانگهہ مور نہ لهندي منهنجي من تان
زيور زريون زينت وارا ڪين وٽن ٿا ويس مون سارا
هاڻي ساهہ سڃم سڀ سانگ

اڪنب اباڻي رت ٿيءَ رناري، ڪاٺڻ خوشيون سڀ ڇڏيم وساري
پاپان طول وهاڻان سڀ نانگ
دم دم دل ۾ پور پنهوارن، اکڙيون انهن لاءِ کوڙها ڳاڙن
ويٺي اُڏاپان ڪانگ
روز ازل کان تن جي آهيان، باندي ٿي هت ورهہ وساريان
هاڻي برهہ سٽائي اها پانگ
ملڪ ملير جي هير سهائي، هن تہ حسن جي ساهہ ڪي سيباني
کهڙيءَ کهڙيءَ ۾ تانگهہ

۽ ڪڏهن ڏسندا تہ فرنگي حڪومت ڪي بين الاقوامي لمول تـــي ذليل ۽ خوار ڪرڻ لاءِ سنڌ ۽ هند مان انگريز سرڪار ڪان لاڳاپن ٽوڙڻ واري

تحريڪ هلائي، دنيا ۾ انقلاب آڻڻ جي ميجهل فلسفه، ”هجرة“ جنهن جو اصل باني‌ڪار حضرت محمد رسول‌الله صلي الله عليه و سلم هيو، ان کي سنڌ ۾ دهرايائون. سنڌ جي ماڻهن جون افغانستان طرف ڪاڏين جون ڪاڏيون پرائي روانيون ڪيائون.

هـــڪ هجرت ڪرڻ وارن جي ريـــل، جنهن ۾ رئيس المهاجرين جان محمد خان جوڻيجو ۽ ٻيا جماعتي هئا، ان کي روانو ڪرڻ لاءِ حضرت امروٽي پنهنجي سر پاڻ پشاور تائين ويا، سڄي سفر ۾هر هڪ، سندن هي شعر جهونگاري رهيو هو:

جلالي ڏي جوانن کي سڄا الله پاجهارا،
مهاجر جي اچن توڏي چڙڏي هي ملڪ سب سارا.
تماري تن سبيل‌الله وسيلو تن توڪل جو،
الاهي لاهه چوڏاري سندن ويرن مٿي مارا.
وٺي رنگروٽ ۽ پنسا ڪيائون وعدا سب ڪوڙا
سکهو ڏي سوب جون سرسون پچو تن ڪماڙ ڪاپارا.
حسن جي دانهن در تنهنجي کهڻي آ آهه زاريءَ سان،
مدد جي ويل‌هاڻي ٿئي، ڪريو سائين سي سوپارا.

حضرت امروٽي پنهنجي وطن جي ڳوٺاڻن کي ۽ هٿين خالي هارين کي، هٿمار بند انگريز سان لڙڻ جو جيڪو جذبو عطا ڪيو سو فقط سندن ئي شان آ.

سنڌ سرڪار پاران جاري ٿيندڙ نامور رسالي ماهوار ”پيغام“ جلد ٥ شماره ٩-١٠ ۾ حضرت امروٽي جو هيءَ واقعو اچي چڪو آهي ته بمبئي ۾ خلافت جي جلسي ۾ شرڪت لاءِ جماعت سمت وڃي رهيا هئا، رستي ۾ ميرپور خاص اسٽيشن تي پهتا ته پليٽ فارم تي وڏو گوڙ لڳو پيو هو، حضرت جن کي پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته ٽي ترڪ جاسوسيءَ جي شڪ ۾ پوليس وارن گرفتار ڪيا آهن، جڏهن اها خبر پڌائون ته جوش ۾ اچي

ويا ۽ جماعت کي چيائون تہ جهاد جو وقت اچي ويو آهي . اسان جا ترڪ پاڻر پڌجن پيا، انهن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هرطرح جي قرباني ڏيڻي آهي . جماعت جا ڏهہ يارنهن ماڻهو ريل مان لهي پيا، بزرگن کين چيو تہ اسان جون بندوقون الله اڪبر جو نعرو آهن، پڻرن جون جهوليون پري رب تي توڪل رکي قطار پڌي بيهو تہ ترڪ پاڻرن کي آزاد ڪرايون .

جماعت جا ماڻهو پڻرن سان جهوليون ڀري قطار پڌي نعرہ تڪبير هڻڻ لڳا ۽ حضرت امروٽي انهن جي اڳ۾ ٿيو . حضرتن جو اهڙو جوش ۽ جذبو ڏسي ماڻهو ڪنبڻ لڳا ۽ پوليس وارا اهڙي جلالي ڏسي ترڪن کي قيد ڪري وڃي پيا .

حضرت امروٽي جي زندگي مجاهدانہ ۽ جرئتمندانہ ڪارنامن سان پري پئي آهي . سنڌ وارن پنهنجي هن عظيم اڳواڻ جي سوانح حيات نہ قلمبند ڪئي، نہ ذهنن ۾ ياد رکي، ائين ڇو ٿيو؟ سنڌ ۾ اها مجاهدانہ جا ڪوڙ اڳتي ڇو نہ وڌي؟ ڪنهن کي ڏوہ ڏيون؟ ڪنهن کي ميار ڏيون؟

هٿئون ڏيئي هوت، ڪڇو ٿي ڪهڙين کي ڪرين !

هيءَ دنيا مسافرخانو آهي، هن زمين جي گولي تي تاريخ جون ڪيئي عظيم المرتبة شخصيتون آيون، جن جو وجود پنهنجي پنهنجي قومن لاءِ هڪ انجمن، هڪ ادارو، هڪ تنظيم يا هڪ درسگاہ، بلڪہ هڪ يونيورسٽي جهان آشرم هيو . حضرت امروٽي جو وجود مسعود بہ بلڪل هڪ اهڙو ئي عظيم هيو . حضرتن جي دؤر زندگي ۾ بہ قوم جي ڪيترن ئي فردن جو ڪردار افسوس جهڙو هيو . آزادي جهڙي جن لائينن تي قوم کي امروٽي هلائڻ گهري پيو ۽ جهڪي سوراجي ورڪر پيدا ڪرڻ گهري پيو، بقول عبيدالله سنڌي جي تہ اهي "نان ڪو آپريٽر" ماڻهو هجن ها، جيڪي انگريز جي ڪنهن بہ منصوبي سان ڪو بہ ڪو آپريشن ( ڏاهہ ) نہ ڪن ها، پر زمانہ جي اٽل دستور اسان کان امروٽي واپس ورتو . هن جي وفات کان پو ۽ اهو مردمسازيءَ جو ڪارخانو بند ٿي ويو . سنڌ

جي فضائن کي، امروٽيءَ آزاديءَ جو نعرو ته ڏيئي ڇڏيو هو، پر ان جا
گهڻا تڻا نام لووا، شيخ الهند محمودالحسن، عبيدالله سنڌي، تاج محمود
امروٽي، شهيد الله بخش سومرو ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري کي ڇڏي،
ولائتين جي دام همرنگ ۾ ڦاٿا ۽ وقت جي وهڪري ۾ لڙهي ويا. جن
جو اڳتي هلي ڪري پت سان منهن ۾ لڳو ۽ رڃ کي رڃ به سمجهيائون،
پر هاڻي ڇا ٿئي؟ هٿ جي وڍئي جو نه ويڄ نه طبيب. امروٽي
ڪڏهوڪو الله ڏي هليو ويو ۽ سندس ساٿي به پنهنجي راهه رباني وٺي
ويا، يا تن تنها رهجي ويا. افسوس جا هٿ مَلڻ وارن لاءِ لاکيڻي
لطف فرمائي ڇڏيو آهي ته :

سي ترها ڪُن نيا، جن ماريا ٿي مَڇ،
گهوڙا، تن گهوٽن جا، رلن پيا رڃ،
هاٿي ٻانهي سرو مَڇ، ويو سان مرڻ جو.

"الصادق" جو هي خصوصي يادگار شمارو ڪڏهن به سنڌ جي امام،
امروٽ واري جي سوانح حيات کي ۽ زندگي جي ڪارنامن کي پنهنجي
پڙهندڙن جي آڏو صحيح ۽ حق ادائگي سان پيش ڪري نه سگهندو، پر
اسان جي هي ناڪام ڪوشش فقط يوسف جي خريدارن سان پسان ڳڻائڻ
لاءِ آهي ۽ بس. ور نه سنڌ جي هيءَ سدا حيات شخصيت جيڪڏهن
ڪنهن ٻي قوم کي ملي ها ته نه ڇڙو ان جي احوالن تي لکمل ڪتابن
سان دنيا جون لائبريريون سينگاريل هجن ها پر سندن نالي تي ڪيترا ئي
قومي ۽ بين‌الاقوامي اعزاز، تمغا ۽ ادارا، يادگار هجن ها. اسان کهڻي
افسوس ڪرڻ عيوض هي چئي بس ڪرڻ مناسب سمجهون ٿا:

درد دل جي دانهن ڪنهن کي ڪين ڏينداسين،
پنهنجا ڳوڙها پار روئي پي ڇڏينداسين.

## ٿورا نه ٿورا مون تي ماروئڙن جا

اسان کي هن نمبر شايع ڪرڻ ۾ حضرت امروٽي رحمته‌الله عليه جي

زندگي بابت جن بزرگن کان حال احوال مليا، اسان انهن جا تمام ٿورائتا آهيون . مختلف مضمونن ۾ آيل مختلف روايتون مناسب موقعي سان ڇاڻايل آهن، اسان تي اهڙي مهرباني ڪندڙ مولانا اسعد علي صاحب پنهور رهڙي وارا، مولانا محمود حسين صاحب فرزند حضرت هالیجوي رحمةالله عليه، جناب ميان عبدالستار صاحب سجاده نشين بائيجي شريف، جناب سيد محمد شاه صاحب امروٽي سجاده نشين امروٽ شريف، جناب حافظ علي محمد صاحب عاقلائي، جن خصوصي مهرباني فرمائي . مولانا اسعدعلي صاحب جي عمر هن وقت ۱۲۰ سال آهي، سندن عمرڪان ئي امروٽ شريف سندن اچڻ وڃڻ ڪري رابطو قائم ٿيو. حضرت امروٽي جسي صحبت واري فيض سان رهڙي، ڪمبٽ، خيرپور ۽ آس پاس ۾ وڏيون تبليغي خدمتون سر انجام ڏيندا آيا آهن . شرڪ ۽ بدعت جي خلاف جهاد ڪندي سندن ڄمار گذري آهي . مولانا محمود حسين پنهنجي عظيم المرتبت والد حضرت حماداالله رحمةالله عليه سانگڏجي امروٽ وڃڻ شروع ٿيا، پڇاڙي علم جي دستار فضيلت ٿائين ۽ ان کان پوءِ بہ لا تعداد ڀيرا حضرتن جي زيارت ۽ صحبت ۾ ويندا رهيا . هن وقت سندن عمر ۷۱ سال آهي .

ميان سائين عبدالستار صاحب بائيجي وارا حضرت امروٽي جي وڏي خليفي پنهنجي والد بزرگوار ۽ حضرت امروٽي جي جهونڙن فقيرن کان اکئين ڏٺو ۽ ڪنين ٻڌو احوال ايترو تہ رکن ٿا جو هڪ ضخيم ڪتاب تيار ٿي سگهي ٿو.

جناب حافظ علي محمد صاحب عاقل وارو اکين کان نابين آهي، جن پنهنجي ننڍپڻ ۾ امروٽ شريف ۾ حضرتن جي زندگي ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيو . ان زماني ۾ حافظ صاحب جو شمار امروٽ شريف جي مولود خوانن سنجهان رهيو آهي .

امروٽ اڪيڊمي جي باني‌ڪار سيد محبوب علي شاهه جي فرزند کان مليل مضمون، سيد محمود شاهه صاحب جن جي پي - ايچ - ڊي لاءِ تيار ڪيل مقالي تان، سنڌ الاجي مان ڊاڪٽر غلام‌علي الانا صاحب جي عنايت سان اقتباس ورتو ۽ جناب ڪريم بخش خالد صاحب جي ادارت هيٺ شايع ٿيندڙ رسالي "پيغام" جي مولانا عبدالڪريم‌چشتي نمبر تان اقتباس ورتو ڪري، ماهوار "شريعت" سکر ۽ ماهوار "الرحيم" حيدرآباد تان معلومات ورتي ڪري، اسان مٿين سڀني صاحبن جا نهايت ٿورائتا آهيون . چڱو ساٿ سلامت .

لشڪر اسلام جو اڳواڻ آ امروٽ ۾،
ڪفر وارن جي ڪُهڻ لاءِ ڪان آ امروٽ ۾.



٢ - ٣ مئي ١٩٢٠ع شهر جيڪب آباد ۾ خلافت تحريڪ جي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ حضرت امروٽي ۽ رئيس‌المهاجرين جان محمد خان جوڻيجي تقريرون ڪيون .

پي ڪانفرنس لاڙڪاڻه ۾ ٦ - ٧ - ٨ جون ١٩٢٠ع ۾ ٿـــي ، جنهن جون ڪوششون حضرت امروٽـي ۽ رئيس جوڻيجي مرحوم جــن ڪيون ، جنهن ۾ مهاتما گانڌي، امام‌الهند ابوالڪلام آزاد ، مولانـا عبدالباري لکنوي شرڪت ڪئي . ان موقعي تي حضرت امروٽي ۽ گانـڌي سڄـي شهر ۾ جلوس جـي صورت ۾ چوچاڪي بگيءَ تـي ويهاري گهمايا ويـا . انهي ڪـانـفرنس جـي صدارت حضرت پير رشدالله صاحب جهنڊي وارن فرمائي .



# حضرت مولانا ابوالحسن شاهہ تاج محمود صاحب امروٽي

(هي مضمون امروٽ اڪيڊمي سکر، قائم ڪيل سيد محبوب علي شاه جي ڪتب خاني مان سندس فرزند مرغوب بخاري جي مهرباني سان مليو)

حضرت امروٽي رحہ جو اسم شريف تاج محمود، سندس والد بزرگوار جو نالو سيد عبدالقار عرف پورل شاه هو. ذات جا سيد آهن، سندس ولادت با سعادت خيرپور رياست جي پريالوءَ شهر جي ويجهو هڪ ننڍڙي ڳوٺ ديوانيءَ ۾ ١٢٧٦ هجري مطابق ١٨٥٧ع ڌاري ٿي هئي ۽ وفات ٧ جماديالثاني ١٣٣٠ هجري مطابق ٣٥ نومبر ١٩٢٩ع ۾ ٿي. سندس والد ماجد جي مٽي جا وار پورا هئا، تنهنڪري پورل شاه جي نالي سان مشهور ٿي ويا. شاه صاحب کي ٣ فرزند ٿيا، حضرت امروٽي وچون فرزند هين. سندس شجرو، سيد عبدالقادر جيلاني غوث اعظم محيالدين جي چوٿين فرزند محمود شاه پير مشائخ سان ملي ٿو. هي بزرگ عرب کان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو هو. پهريائين سيوهڻ ۾ لٿو، پر پوءِ رڪ اسٽيشن جي ويجهو درياءَ جي پرسان پور ڍنڍ وٽ سڪونت اختيار ڪيائون. ٿوري وقت ۾ سندس فيض جي اثر کان عوام جو رجحان ايتري قدر وڌي ويو جو هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن سندس هٿ تي بيعت ڪئي ۽ حڪومت جي طرفان کين جاگير ملي. هن وقت به اتي سندس خليفہ پير سخيري جو مقبرو ۽ مقام آهي. انهن بزرگن سان ڇهن بزرگن جون اوائلي تربتون پور ڍنڍ وٽ هيون. جڏهن درياءَ کين ڀاڃ لڳو تڏهن هڪ نيڪ مرد کي اشارو ٿيو تہ انهن بزرگن جي جنازي کي کڻي امروٽ شريف ۾ رکيو وڃي ۽ پوءِ انهن جا جنازا کڻي درگاه امروٽ واري مقام ۾ مدفون ڪيا ويا. اهي بزرگ هيٺيان آهن:

(١) پير مشائخ محمود شاه ٻهڻ ٻهادر (٢) پير مشائخ جو پوٽو سيد عبدالقادر (٣) حافظ سليمان (٤) سمبو ڏيهو سندس خليفو .

حضرت امروٽي رحمہ ٿورو وقت پنهنجي والد ماجد وٽ قرآن شريف پڙهيو، پوءِ ستت ئي مولوي محمد قاسم اُلرا واري وٽ ابتدائي تعليم، قرآن شريف ۽ فارسي جا ڪتاب پڙهي پورا ڪيائون . عربي علمن جي اعليٰ تعليم لاءِ جوانيءَ جي زماني ۾ مشهور عالم حضرت مولانا حاجي عبدالقادر پنوهاري (تعلقہ روهڙي، ضلع سکر ) جي درس ۾ داخل ٿي، درسي ڪتابن کان فراغت حاصل ڪيائون . پنوهاريءَ کان پوءِ ڪجهہ وقت شهدادڪوٽ جي هڪ عالم وٽ پڙهڻ ويا . حضرت صاحب وڌيڪ تعليم لاءِ پنجاب جي ڪن مدرسن ۾ بہ ويا ۽ عالمانہ سندون حاصل ڪيائون .

حضرت سائين جو سمورو خاندان، سلوڪ ۽ روحانيت جي لحاظ کان مشهور و معروف هو. سندس والد بزرگوار پورل شاه هڪ متقي ۽ پرهيزگار شخص هو ۽ معرفت الاهيءَ ڏانهن سندس طبعي لاڙو هو. حضرت امروٽي پنهنجي والد ماجد جي صحبت ۾ روحانيت جي راه و رسم حاصل ڪرڻ لڳا. جڏهن سندس والد صاحب دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو تہ ان کان پوءِ ٻيءَ جي هدايت موجب روحاني رهبر جي تلاش ۾ تڙپڻ لڳا ۽ ان بزرگ جي تلاش ۾ سڏو سکر، حضرت مولانا عبدالرحمان صاحب جي خدمت ۾ پهتا ۽ اتان پنجاب آيا. خيال ڪيائون تہ شيخ الهند مولانا محمودالحسن ديوبندي کان باطني سبق حاصل ڪيون، پر رستي ۾ اوچتو هڪ مجذوب سان ملاقات ٿين جنهن کين ڏهرڪي جي ٽڪيٽ وٺي ڏني. ان اشاري تي حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊيءَ واري بزرگ وٽ پهچي ويا جتي ٿوري وقت ۾ کين فيض مليو ۽ خرقہ خلافت حاصل ٿيو. ان کان پوءِ مرشد سائين جو ارشاد ٿيو تہ هاڻي اوهين وڃي پنهنجي ڏاڏي پير مشائخ تي رهو ۽ تبليغ جو ڪم ڪيو. ١٣٠٠ هجريءَ جي شروعات ۾ حضرت امروٽي پنهنجي مرشد جي ارشاد موجب امروٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا جتي هيئنر درگاه آهي.

## سياسي جدوجهد

حضرت امروٽي رحہ تحريڪ خلافت جا روح روان ۽ شمع آزاديءَ جا پروانا هئا. سکر ضلعي ۾ خلافت ڪاميٽي قائم ڪائون جنهن جا پاڻ صدر چونڊيا ويا، جو فوت ٿيڻ تائين صدر رهيا. جهاد جا ڏاڍا شوقين هئا. انهيءَ لاءِ گهوڙا پاليندا هئا ته جيئن هين موقع تي انگريزن کي تڙيڪيڻ لاءِ جهاد ۾ ڪم آندا وڃن. پاڻ برصغير هند و پاڪ جي جمعيت العلماءِ جي وڏن وڏن جلسن ۾ شرڪت فرمائيندا هئا. آڪٽومبر ١٩١٩ع ۾ لکنؤ ۾ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس ڪوٺائي ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته ١٧- آڪٽومبر ١٩١٩ع تي سڄي هندستان اندر ترڪيءَ جي سلامتيءَ لاءِ دعائون گهريون وڃن. امروٽ شريف ۾ اهو ڏينهن وڏي ڌام ڌوم ۽ جوش خروش سان ملهايو ويو. ٧-٨-٩ فيبروري ١٩٢٩ع مطابق ١٥ کان ١٧ جمادي الاول ١٣٣٨ هجري لاڙڪاڻي ۾ خلافت ڪاميٽيءَ جي طرفان وڏو جلسو ٿيو. حضرت امروٽي جمعيت علماءِ سنڌ جي طرفان بہ صدر منتخب هو. مذڪوره جلسي ۾ چوٽيءَ جا عالم ۽ ليڊر شريڪ ٿيا، جهڙوڪ مولانا شوڪت علي، مولانا عبدالباري، مولانا ابوالڪلام آزاد، سيٺ حاجي عبدالله هارون، رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، مهاتما گانڌي ۽ ڊاڪٽر انصاري وغيره. جلسي کان اڳ ۾ هڪ جلوس ڪڍيو ويو هو جنهن ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏ حضرت امروٽيءَ کي ساري شهر ۾ چوچاڪي (وڪٽوريا) بگيءَ ۾ گهمايو ويو هو.

جڏهن انگريزن پهرين جنگ عظيم جي دوران هندستان جي مسلمانن سان واعدي خلافي ڪئي، تڏهن جمعيت علماءِ هند، ڪلڪتي جي اجلاس ۾ گهڻي غور ۽ فڪر کان پوءِ، انگريزن جي خلاف "ترڪ موالات" جي هيٺينءَ ريت فتوىٰ صادر ڪئي ۽ هجرت جا ٺهراءُ پاس ڪيا:

"جنهن حالت ۾ ترڪن سان صلح ڪرڻ ۾ يورپ جي بادشاهن کلي کلائي بي انصافي ڪئي آهي ، اسلامي جذبات کي پائمال ڪيو آهي،

۽ انگريز وزيرن پنهنجي صاف ۽ پڌرن واعدن جي ابتڙ ائين ڪئي آهي ۽ خلافت جي اقتدار کي وڃائڻ ۽ خليفةالمسلمين جي مذهبي طاقت جي باڙ پٽڻ ۾ اسلام سان پورو مذهبي تعصب ڏيکاريو آهي، تنهن ڪري لازم ٿيچڪو آهي ته مسلمان انهن اسلامجي دشمنن سان ترڪ موالات ڪن".

مذڪوره رٽ موجب علماءِ ڪرام ۽ ليڊرن ساري هندستان ۾ هل چل مچائي ڏني ۽ حضرت امروٽي ساري سنڌ اندر جمعية علماء سنڌ جسي صدر ۽ خلافت ڪاميٽي ضلع سکر جي صدر جي حيثيت ۾ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جلسا شروع ڪرايا ۽ پاڻ اڪثر جلسن ۾ شريڪ ٿيندا هئا.

حضرت صاحب جي چرپر ۽ تقرير کي نوٽ ڪـرڻ لاءِ حڪومت جي طرفان سي - آءِ - ڊي پوليس رکيل هئي. بزرگ انهن کي درگاهه تي رهائيندا هئا. ڪيترا دفعا ضلعي جي ڪليڪٽر روبرو ان تحريڪ خلاف ڪان کين روڪيو، مگر ان کي دليريءَ سان لاجواب ڪندا هئا.

سنڌ اندر سندس ۽ سموري جماعت جي عالمن جي تقريرن کان حشر بپا ٿي ويو ۽ عوام ۾ انگريزن کان ايڏي نفرت پيدا ٿي جو ڪيترا دفعا حضرت صاحب کي گرفتار ڪرڻ لاءِ مليٽري موڪلي ويئي پر انهن کي گرفتار ڪرڻ جي جرئت نه ٿي ۽ سندس سلام ڪري واپس هليا ويندا هئا.

تحريڪ هجرت ۾ حضرت امروٽيءَ سان گڏ مسٽر جان محمد جوڻيجو بئريسٽر، هڪ سرگرم مجاهد هو. حضرت امروٽيءَ سان هجرت جي تحريڪ ۾ هن وڏي جوش خروش سان بهرو ورتو. امروٽي جماعت ۽ مريدن مان گهڻي تعداد پنهنجي ملڪيت کي ٿوري رقم ۾ نيڪال ڪري افغانستان ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ سانباهو ڪيو. هجرت جو هيءُ پهريون قافلو لاڙڪاڻي اسٽيشن کان ٣ جولاءِ ١٩٢٠ع تي مرد مجاهد جان محمد جوڻيجي جي قيادت ۾ ٽرين جي وسيلي افغانستان ڏانهن روانو ٿي ويو، جنهن سان حضرت امروٽي پشاور تائين گڏجي ويو. مهاجرن جي ٽرين

جو نظارو ايڏو تہ دلڪش ۽ جاذب نظر هو، جو هر مسلمان خواه هندو اسٽيشن تي ڪانئن موڪلائڻ لاءِ ٻهچي ويو.

هڪ دفعي حضرت امروٽي درگاه ۾ ڪنڊولي تي آراسي هئا. سندس پرسان هيٺ گلم تي ڪيترا عالم ۽ جماعتي ويٺا هئا. ٻيو خلق مسجد شريف جي چوگرد نماز لاءِ انتظار ۾ هئي تہ اوچتو اذان ٿي، اذان نهايت مٺي آواز ۽ عربي لهجي سان شروع ٿي. حضرت جن هڪدم اٿي ويٺا ۽ فقيرن کي فرمايائون تہ "ٻچا وڃو، انهي ڪتي کي ڏاڙهيءَ کان جهلي مون وٽ وٺي اچو. ڪنهن ڪمس اذان جي اجازت ڏني". سڀ حاضرين حيران ٿي ويا تہ ڇا؟ ڪهڙو نہ مٺو ۽ عربي لهجو آهي، جنهن سڀني جو ڌيان ڇڪايو آهي ۽ حضرت جن مؤذن لاءِ هيئن ٿا فرمائين. آخر بزرگ ڪاوڙ کان ٻيهر بہ فقيرن کي چيو تہ "ان ڪتي کي مون وٽ وٺي اچو". فقيرن مان ٻہ ڇڙا مناري تي ڊوڙندا ويا ۽ ان کي لاهي حضرت جن وٽ وٺي آيا. سندس لباس عربي، ڏاڙهي ڊگهي ۽ سهڻو جوان هو. جڏهن حضرت جن جي ويجهو آيو تہ ڪمس ڏسي هڪ فقير کي فرمايائون تہ "پٽيوس ڏاڙهي". حڪم جي تعميل ٿي، اچا هنجي ڏاڙهيءَ ۾ هڪ فقير جو ٿورو هٿ پيو تہ اها مصنوعي ڏاڙهي اچي هيٺ ڪري. پوءِ تہ جماعت جوش ۾ اچي وئي، جو سڀني کي خبر پئجي وئي تہ هو جاسوس هو. پر بزرگن ان کي خلق کان بچائي ٻاهر ڪيدي ڇڏيو.

خلافت تحريڪ جي مخالف پارٽي ۾ ڪيترا عالم، زميندار ۽ پير وغيره شامل هئا، جي انگريزن جا ڇاڙتا هئا. اهي وقت بوقت خلافت تحريڪ کي ناڪام بنائڻ لاءِ ڪوششون ڪندا ٿي رهيا، انهن مان فيض الڪريم نالي هڪ مولوي انگريزن جو ڇاڙتو هو. شريف حسين جي خلافت لاءِ جڏهن انگريزن زور ڏنو تڏهن مخالف ڌر جي عالمن ان جي فائدي ۾ فتوا صادر ڪئي. ان فتوا تي مولوي فيض الڪريم

هڪ رسالو "تحقيق الخلافت" جي نالي لکي پنهنجي پارٽيءَ جي مولوين ۽ پيرن کان صحيحون ڪرايون . هڪ دفعي حضرت امروٽيءَ وٽ ٻه آيو هو . بحث مباحثه ۾ حضرت جن کيس لاجواب ڪري تڙي ڪڍيو ۽ مولانا وفائي صاحب کان ان جي جواب ۾ " اظهار الڪرامت " عرف "الهام البرهان" ڇپرائي تقسيم ڪرايو .

ڪن زميندارن حضرت امروٽيءَ تي درخواستون ڪيون ته هو مسلم مجاهد تيار ٿو ڪري ۽ مسجد جي منارن کي مارا ڪري ڪم آڻيندو ۽ انهن ۾ بارود رکايو اٿس وغيره . انهن درخواستن تي ٣ - ٤ ملٽري آفيسر ، ڇڱو تعداد ملٽريءَ جو پرسان سنڌ واه ۾ لڪائي، درگاه تي پهچي ويا ۽ ڇڱيءَ طرح جانچ ڪيائون . جنهن تي انهن کي خاطري ٿي ته درخواستون ڪوڙيون هيون، پوءِ ٿو پلا لاهي سلام ڪري موٽي هليا ويا .

هڪ دفعي حضرت جن بمبئي خلافت جلسه ۾ شموليت لاءِ جماعت سوڌا روانا ٿيا. ريل رستي جڏهن ميرپورخاص اسٽيشن تي پهتا ته اتي پليٽ فارم تي وڏو ڪوڙ لڳو پيو هو . حضرت جن کي پڇا تي معلوم ٿيو ته ٽي ترڪ جاسوس شڪ ۾ پوليس گرفتار ڪيا آهن . جڏهن اها خبر پڌائون ته جوش ۾ اچي ويا ۽ جماعت کي چيائون ته " جهاد " جو وقت اچي ويو آهي . اسان جا ترڪ ڀائر گرفتار ٿيا آهن، تنهنڪري انهن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هر طرح جي قرباني ڪرڻي آهي . جماعت ۾ ١٠-١١ ماڻهو هئا، اهي بزرگ سان ريل تان لهي پيا. بزرگ کين چيو ته اسان جون بندوقون "الله اڪبر" جو نعرو آهي، فقط جهولي ڀرن جي پري ، وسيلو وٺو ۽ توڪل رب تي رکي قطار ٻڌي بيهو ته ترڪ آزاد ڪ ايون. هڪدم جماعت جا ماڻهو ٻئرن سان جهوليون پري قطار ٻڌي نعره تڪبير هڻڻ لڳا ۽ حضرت جن اڳ ۾ ٿيا. سندن اينڌي جوش ۽ جذبه کان ماڻهو ڪنبڻ لڳا. سڀ ماڻهو ۽ پوليس وارا حضرت جن جي جلالي ڏسي، وٺي ڀڳا ۽ ترڪ آزاد ٿي ويا .

## تبليغ دين

جڏهن خلافت تحريڪ ڪمزور ٿي ويئي ۽ هندستان اندر آريا سماجين ۽ مهاسڀاين اسلام دشمنيءَ جي ڪري شڌي ۽ سنگهٽن جون تحريڪون شروع ڪيون تہ ان جي مقابلي لاءِ حضرت امروٽيءَ جن اسلامي تبليغ جي جدو جهد شروع ڪئي . ساري سنڌ ۾ مبلغن کي تبليغ لاءِ روانو ڪيو ۽ پاڻ بہ ان ڪم کي زور شور سان لڳي ويا . ساري سنڌ جو گشت ڪيائون ، هزارها سنجوڳي شيخن کي، جي شڌ ٿي دين کان مرتد ٿي ويا هئا، وري ايمان تي آندائون ۽ ڪلمهءِ توحيد پڙهائي کين مسلمان ڪيائون . حضرت امروٽي پنهنجي حياتي ۾ جملہ ست هزار هڪ غير مسلمن کي مسلمان ڪيو ، جن جو تفصيلي رڪارڊ درگاهہ تي موجود آهي .

## جهاد تحفظ مساجد

سنڌ کي سر سبز ۽ آباد ڪرڻ لاءِ وڏيڪ واهن کوٽائڻ جي حڪومت کي ضرورت ٿي. سال ١٩٢٦ع ۾ سکر جي پرسان سنڌو درياءَ تي هڪ وڏو بند ٻنڌڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. ان کي ٻهربون لائنڊ بئراج سڏيو هو ۽ هاڻي ان کي سکر بئراج چيو وڃي ٿو. درياه جي ٻنهي ڪپن ڏانهن ساڄي کاٻي وڏا واه کوٽايا پي ويا. واهن جي کوٽائڻ کان اول ان ايراضي اندر زمينون کاتيدارن کان خريد ڪيون ويون. ان کان سواءِ جيڪي ڳوٺ واهن جي وچ ۾ اچي ٿي ويا انهن کي نوٽيس ڏنئي اتان اٿاري ٻئي هنڌ عيوضي ڏيڻ لاءِ ويهاريو ٿي ويو. حضرت امروٽيءَ حڪومت کي درخواستون ڪيون تہ مسجدون شهيد نہ ڪيون وڃن. پر ڪوبہ خاطر خواه نتيجو نہ نڪتو. مجبور ٿي مسجدن جي حفاظت لاءِ حضرت جن جهاد جو پروگرام مرتب ڪيو. انهن مسجدن مان ان مکيہ ٽي مسجدون هيون. اول مسجد جوڻيجہ ڳوٺ جي، جيڪا ڪمرٽر واه ۾ امروٽ شريف جي ويجهو آهي.

پي ساڳئي واه ۾ ڪلواڙي واري مسجد رڪن جي ڳوٺ جي ويجهو ۽ ٽين تعلقه روهڙي ۾ ابجاڻي مسجد هئي، جن جو تفصيلوار ذڪر ڪجي ٿو:

## ١- مسجد جوڻيجه

ڪاڇيءَ جون مشينون جڏهن جوڻيجه ڳوٺ وٽ پهتيون ته ان جي حفاظت لاءِ حضرت امروٽي مجاهدن سان ۾ ڏينهن اڳ تنبو کوڙي اچي رهيا. جهاد جي اعلان تي گهڻو تعداد مسلمانن جو اچي ڪٺو ٿيو. مسجد جي حفاظت لاءِ جٿا مقرر ڪيائون، جي رات ڏينهن واري واري تي پهرو ڏيڻ لڳا. هاڻي مشين جي آپريٽرن ۽ مجاهدن جي وچ ۾ ڪشمڪش چالو ٿي ويئي. هڪ جٿو مشين جي اڪيٽ هيٺان سمهي پيو. خدا جو شان! مسجد شهيد ڪرڻ لاءِ ڪمترو ٻه، مشين کي چالو ڪيائون مگر مشين نه هلي. آپريٽر مجبور ٿي پيا، انجنيئر اچي ڪٺا ٿيا، آخر ضلع جي ڪليڪٽر کي اطلاع ڪيائون. هو يورپين آفيسر هو. واردات تي پنهنجي زميندارن سان پهچي ويو. اُهي ٽوڏي زميندار ڪوشش ڪرڻ لڳا ته جيئن بزرگ ان ڳالهه کان هٽي وڃي. يورپين ڪليڪٽر ۽ حضرت امروٽي جي وچ ۾ هن طرح گفتگو شروع ٿي:

ڪليڪٽر: اوهان هت ڇو ويٺا آهيو؟

بزرگ : اسان خدا جي گهر جي حفاظت لاءِ ويٺا آهيون! اسان پنهنجي رب جا سپاهي آهيون.

ڪليڪٽر: خدا پنهنجي گهر جي حفاظت پاڻ ڇو نه ٿو ڪري؟

بزرگ : تنهنجي آفيس ۽ بنگلو جارج جو آهي. توکي ان سان ڪو ڪيڏي ۽ ان کي برباد ڪري ته تون ان جي حفاظت ڪندين يا تنهنجو بادشاه؟

هڪ زميندار: ڪمتريون مسجدون ويران آهن ۽ ڪتا پلا بي ادبي ڪن ٿا، انهن جي حفاظت ڇو نه ٿا ڪريو؟

بزرگ : جيڪو پنهنجي ڪٽيءَ سرندو آهي ان جي حفاظت جو فرض نہ حڪومت تي آهي ۽ نہ پوليس تي. باقي جنهن ڪي ماريو ويندو آهي ان لاءِ حڪومت ۽ پوليس تي جوابداري آهي تہ مجرم هٿ ڪري ان کي سزا ڏياري وڃي. اهڙي طرح مسجد شهيد ڪرڻ لاءِ بہ اٿين سمجهہ.

زميندار : هن ننڍڙي مسجد جي حفاظت جي ڪهڙي ضرورت آهي ؟

بزرگ : ڇا ڪنهن جي ننڍڙي نياڻي کي ڪٽي وڃي تہ پوءِ بيءَ ماءُ ڪجهہ نہ ڪندا ؟

انهن حضرت امروٽي سان سوال جواب ڪرڻ کان پوءِ سندس استقلال ۽ جرئت ڏسي هڪ نئون نمونو اختيار ڪيو ۽ چوڻ لڳا تہ اسان اهڙي مسجد واهہ جي ڪپ تي ٺهرائي ٿا ڏيون . ان کان سواءِ ٥٠ ايڪڙ زمين بزرگ کي درگاه جي خدمت لاءِ بہ ڏينداسون؛ پر بزرگ ان ڳالهہ تي راضي نہ ٿيو . مجبور ٿي ڪليڪٽر مسجد جي قائم رهڻ لاءِ انجنيئر کي منظوري ڏني ۽ بزرگ کي اُٿي وڃڻ لاءِ چيائون ، مگر حضرت صاحب فرمايو تہ جيستائين مسجد قائم رهڻ جو لکيل آرڊر ڪليڪٽر کان نہ ملندو تيستائين اسان هتان نہ اُٿنداسون . آخر ڪليڪٽر کي لکيل آرڊر ڏيڻو پيو ، جو اڄ ڏينهن تائين مسجد پڪيءَ طرح قائم آهي، جتي مدرسو بہ جاري آهي .

## ٢- مسجد ڪلواڙي :

رڪ اسٽيشن وٽان ميل پنڌ تي اوپر طرف ڪلواڙيءَ جو هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جنهن کي ڪيرٿر واهہ جي اچڻ ڪري خالي ڪرايو ويو هو، اتي هڪ مسجد هئي، جڏهن ان مسجد کي انجنيئرن جي حڪم تي آبپاشي جي ڪامورن ڊاهڻ جو ارادو ڪيو تہ حضرت امروٽي کي رات جو اطلاع مليو. حضرت صاحب ان وقت ئي جماعت سوڊو پهچي ويا . تعلقہ اندر جهاد جو اعلان ڪرايائون . پاڻ رڪ شهر ۾ منزل انداز ٿيا، جتي ساري خلق

اچي ڪڏ ئي . جهاد لاءِ جٿا ڏاهي مسجد ڏانهن روانا ڪيائون . ڀـان حضرت جن ڀهرين جٿي سان وڃي ان مسجد اندر ويهي رهيا. آبڪاري ۽ انجنيئر حيران ٿي ويا ۽ حضرت جن وٽ پهچي ويا، ڪين پڌايائون ته هي خدا جو گهر هرگز شهيد ٿيڻ نه ڏيو ، وڏي خونريزي ٿيندي ، تنهنڪري اوهان ڪم بند ڪريو . اها حالت ڏسي ڪليڪٽر ۽ چيف انجنيئر جاءِ واردات تي پهچي ويا . حضرت صاحب کي گهٽو ئي سخت ستاءُ ڪيائون، پر بزرگ کين لاجواب ڪري ڇڏيو . ڪليڪٽر مجبور ٿي سرڪار کي اطلاع ڏنو ، جتان کين مسجد شهيد نه ڪرڻ جو آرڊر مليو . هي مسجد واهه جي وچ ۾ نه هئي ۽ ڪپ تي هئي . حضرت جن کي لسکيل آرڊر مليو، تڏهن جماعت سوڌا درگاه تي واپس آيا .

## ٣- مسجد ابيجاڻي :

سکر ۾ هڪ وڏو جلسو هو جتي حضرت جن کي خبر ملي ته ابيجاڻي ڳوٺ جي هڪ مسجد واهه ۾ اچي وئي آهي، جنهن کي هڪ پن ڏينهن ۾ ڪانئيءَ جي مشين، شهيد ڪرڻ واري آهي . حضرت جن هڪدم موٽر تي سوار ٿيا ۽ واردات واري جاءِ تي پهچي ويا. حقيقت معلوم ڪري جهاد جو اعلان ڪرايائون . امروٽي جماعت هڪدم حرڪت ۾ اچي ويئي ۽ ڪفن سر سان پڌي ميدان ۾ نڪري پئي . مشين جو ڪم تيزيءَ سان هلي رهيو هو مگر پاڻ بزرگ جماعت سوڌا مسجد ۾ وڃي ويٺا . اها حالت ڏسي انجنيئرن کين اتان اُٿڻ لاءِ چيو ، بزرگ کين شرمايو ته اوهين خدا جي گهر کي شهيد ڪرڻ چاهيو ٿا ، اسين پنهنجيون جانيون قربان ڪنداسون پر ائين هرگز ٿيڻ نه ڏينداسون . جماعت هر طرف کان گهٽي انداز ۾ ڪڏ ٿيندي ويئي ۽ هر طرف کان ” نعره تڪبير“ بلند ٿيڻ لڳا . سرڪاري ڪامورن ۾ هراس پئجي ويو ، هي منظر ڏسي ڳوٺ جو وڏيرو يار محمد خان ڳولو ، جو بزرگ جو معتقد هو ، ڪليڪٽر وٽ پهتو ۽ کيس سچي حقيقت کان واقف ڪيائين ۽ چيائين ته وڏي خونريزيءَ جو

خطرو آهي . اوهان سر زمين تي هلي معاملو صفا ڪريو . ڪليڪٽر سر زمين تي آيو . هوڏانهن مشينون به مسجد جي مٿان اچي ويون، پر خدا جو شان، جو مشينون خراب ٿي پيون ۽ هلڻ ڪان رهجي ويون . ان ڪانپو ۽ ڪليڪٽر بزرگ وٽ آيو ۽ کين عرض ڪيائين: "تم وڏي بهادري هو، هم ڪو معاف ڪرو". ان ڪان پو ۽ مسجد شهيد نه ڪرڻ جـي لکيل منظوري ڏني هليو ويو .

حضرت صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ ٽي حج ڪيا ۽ هڪ عاليشان جامع مسجد امروٽ شريف ۾ ٺهرايائون . پاڻ نه رڳو وڏا عالم ۽ درويش هئا پر مؤلف ۽ مترجم، شاعر ۽ اديب پڻ هئا. حضرت صاحب جي ڪن تاليفات ۽ تراجم جا نالا هيٺ ڏجن ٿا :

١- قرآن شريف جو سنڌي ترجمو ، عربي عبارت ڪان سواءِ .

٢- سورة الرحمان ۽ سورة ياسين جو سنڌي ترجمو .

٣- قرآن شريف جو ترجمو ، عربي متن سان گڏ .

٤- يوسف زليخا المعروف پريت نامو سنڌي نظم ۾ .

حضرت جن هڪ پريس "محمود المطابع" نالي سان قائم ڪئي هئي، جتان هڪ رسالو "هدايت الاخوان" شايع ٿيندو هو. ان ڪان سواءِ حضرت صاحب هڪ وڏو ڪتب خانو قائم ڪيو هو، جنهن ۾ سوين ديني ڪتاب عربي ۽ فارسيءَ ۾ موجود هئا جن ۾ ڪيترا ناياب ڪتاب هئا . مولانا عبيدالله سنڌيءَ پنهنجي شروعاتي عمر ۾ ان ڪتبخاني مان گهڻو استفاده ڪيو هو .



از:- دادا سنڌي

# حضرت مولانا امروٽي رحه

هرگز نه میرد آنکه دلش زنده شد به عشق،
ثبت است بر جریده عالم دوام ما.

سنڌ جي سرزمين هر دور ۾ اهي مانجهي مڙس ۽ مرد مئمن پيدا ڪيا آهن جيڪي هڪ طرف درويش، عالم، فاضل، اديب، شاعر ۽ انشاءَ پرداز هيا ته ٻئي طرف مجاهد، حق گو، بي باڪ، نڊر، دلير، عوام جا هڏ ڏوکي ۽ قومي درد رکندڙ هيا. هنن مجاهدن پنهنجن ڪارنامن سان تاريخ ۾ پاڻ کي امر بنائي ڇڏيو. اهڙن بزرگن مان سيد العارفين، سراج السالڪين، رئيس الموحدين، قطب الا قطاب حضرت مولانا ابوالحسن سيد تاج محمود امروٽي رحه به هڪ آهي، جيڪو تحريڪ آزادي جو عظيم اڳواڻ آهي. هن تبليغ اسلام، جهاد في سبيل الله، آزادي ۽ وطن ۽ اصلاح امت لاءِ بي مثال قربانيون ڏنيون. سندن سياسي، سماجي علمي، ادبي ۽ مذهبي خدمتون ڪنهن به تعارف جون محتاج نه آهن. سندس دليرانه ۽ بهادرانه ڪوشش انگريز جهڙي جابر ۽ مڪار حاڪم کي پنهنجي خداداد روحاني طاقت ۽ دلي جرئت سان پائمال ڪري ڇڏيو ۽ دين جي عظيم خدمت ڪري، پاڻ کي هر عام ۽ خاص جو مرجع بنائي ڇڏيو. سندن گفتار ۽ ڪردار، علم ۽ عمل، قول ۽ فعل، فڪر، سچائي ۽ صفائي جو جذبو هڪ اجريل آئينو آهي، جنهن کي سامهون رکي هر وقت ۽ هر حال ۾ پنهنجي زندگي کي سڌاري ۽ سنواري سگهجي ٿو.

(الف) ابتدائي حالتون: مولانا تاج محمود ولد سيد عبدالقادر رحه ڳاڙهي موري لڳ ديواني نالي هڪ ڳوٺ، (تعلقه روهڙي) ۾ سنه ١٨٥٧ع ۾ ڄاوا. شروعاتي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪري، پير صاحب پاڳاري جي ڳوٺ ۾ فارسي پڙهڻ ويٺا. اتان فارسي جي تعليم ختم

ڪري، جواني جي زماني ۾ مولانا حاجي عبدالقادر ٻهنواري واري وٽ عربي پڙهڻ ويٺا. اتان فارغ ٿي پنهنجي والد وٽ اچي رهيا. سندن والد ماجد هڪ با ڪمال بزرگ هو. تصوف ۽ سلوڪ جا ابتدائي مرحلا به پنهنجي والد وٽ طئي ڪيائون. سندن تعليم ۽ تربيت ان خاص مذهبي ماحول ۾ ٿي، جنهن جو اثر سندن ايندڙ زندگيءَ تي به پيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ سندن والد بزرگوار اوچتو وفات ڪري ويا. ان ڪري هو مسند نشين ٿيا ۽ درس جو ڪم شروع ڪيائون. ايتري ۾ ڪنهن ڪنهن الله واري کان فيض حاصل ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو ان ڪري ان شوق ۾ سرگردان رهيا ته اوچتو کين خواب ۾ پرچونڊي ڏانهن وڃڻ جو اشارو مليو ۽ بزرگن جي شڪل به کين ڏيکاري وئي. پرچونڊي ۾ ان وقت قدوة العارفين ۽ سيد السالڪين حضرت حافظ محمد صديق(١) صاحب، فيض جا واهڙ وهائي، هر روحاني اڃايل کي سيراب

---

(١) پرچونڊي ڏهرڪي ضلع سکر ۾ شاهي روڊ کان هڪ ميل اتر طرف آهي. حضرت حافظ محمد صديق، سوئي وارن بزرگن جو مريد هو. سوئي تعلقي اباوڙي ۾ هڪ ننڍو ڳوٺڙو آهي. سوئي وارو بزرگ سيد محمد حسن، سيد صبغت‌الله شاه جي والد سيد پير محمد راشد جن جو مريد هو. جهاد ۽ آزاديءَ وطن جو جذبو کين اتان مليو. سيد احمد بريلوي جو قافلو ١٨٢٣ع سوئي ۾ سيد محمد حسن وٽ رهيو هو. سيد بريلوي سوئي وارن بزرگن سان علمي رهائيون ڪيون. انهن ڪچهرين ۾حضرت حافظ محمد صديق وارا موجود رهيا، ان ڪري منجهن قومي ۽ انقلابي جاٽ موجود هئي ۽ هو پنهنجن خليفن ۾ به اهو ئي لاڙو پيدا ڪندا هيا. پرچونڊي ان وقت سنڌ ۾ رشد و هدايت، تصوف ۽ سلوڪ جو مرڪز هو. حافظ صاحب جي پٺيءَ هڪ عقيدتمند مولانا احمدصاحب خانگڙهي، پنهنجي ڪلام ۾ پرچونڊيءَ کي هن طرح ساراهيو آهي: (ڏسو صفحي ٢٢ جو حاشيو)

ڪري رهيا هيا. مولانا امروٽي رحه صبح جو پنڌ پيو ۽ ڏهرڪي جي پرسان هڪ تلاءُ تي حافظ صاحب کي مشڪيءَ گهوڙي کي پاڻي پياريندي خواب واري صورت ۾ ڏٺو. حافظ صاحب کين پرچوندي وٺي آيو ۽ پنهنجي سلسلي ۾ شريڪ ڪري، ڪانئن بيعت ورتائون. اتي پاڻ لاڳيتا چاليهه ڏينهن رهيا ۽ حافظ صاحب کان طريقت جي تعليم ورتائون، ڪمن ان کان پوءِ امروٽ ۾ وڃي ديني ڪم ڪرڻ جو حڪم مليو. اهڙي طرح هو امروٽ آيا ۽ اتي دعوت الي الله ۽ دعوت الي الاصلاح لاءِ پاڻ پتوڙڻ لڳا.

مولانا صاحب سدا، سادا سودا سنڌي هيا. ڪائيندا به سادو هيا ۽ پائيندا به سادو هيا. پاڻ ڊگها ۽ قداور مڙس هيا، سونهاري سفيد ۽ ڪڪڙي هوندي هين. ڪپڙا سادا، ململ جو ڊگهو چولو ۽ ڪمرڪ يا بافتي جي سنڌي سٿڻ پهريندا هيا، مٿي تي سادي ململ جو پٽڪو پٽندا هيا. بدن جا هلڪا، ايتري قدر جڻ ته هڏن جي پڃري تي چمڙي چڙهيل هئي. سندن آواز ۾ روانگي ۽ خلوص هوندو هو، سدائين وضو ۾ رهندا هيا ۽ هر وقت سندن زبان تي خدا ۽ خدا جي رسول جو نالو هوندو هين، هٿ ۾ تسبيح پئي سرندي هين، جمعي جي ڏينهن مولودن ۽ نعت سان جلوس جي شڪل ۾ پنڌ مسجد ڏانهن ويندا هيا، لٺ ۽ ڳاڙهو رومال هٿ ۾، سادي وڳي ۾ اچو هلڪڙو ڪوٽ ڪلهن تي ۽ جلوس ڳوٺ جي بازار سان لنگهي مسجد تي ختم ٿيندو هيو.

---

ظهوري ذات اعليٰ جي ڪيو پرنور پرچوندي
ديانت دين جو ڪوليو صحي دستور پرچوندي
منجهان جلوي جمال الله ٿيو اظهار پرچوندي
منور ۽ مشرف ٿي ڪليو اسرار پرچوندي
شريعت جو شرح آهن، طريقت جي طرح سارو
معما معرفت جا ڳولي حقيقت وار پرچوندي.
(اياض احمدي)

(ب) سياسي خدمتون: مولانا امروٽي رحہ جو بر صغير ۾ سياسي
ڪردار ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آهي، بر صغير ۾ جيڪا بہ سياسي
تحريڪ شروع ٿي، ان ۾ پاڻ خاصو حصو ورتائون. خلافت تحريڪ
هجي يا هجرت تحريڪ يا وري ترڪي جي خلاف سامراجي سازش جي
مخالفت هجي، مولاناصاحب مڙني ۾ اڳرو هيو. مولانا کي اهو انقلابي،
قومي ۽ آزادي جو درس سندن استادن کان مليو. مولانا جي عربي جي
استاد عبدالقادر ڀهنواري مٿس انگريزن جي خلاف جادو جو اثر وهاريو.
حافظ محمد صديق رحہ، جيڪو سندن روحاني مرشد هو، سو سيد احمد
بريلوي جو محبتي هو جنهن کي سياسي شعور ۽ قومي چاڻ هئي، ان کان
سواءِ امروٽي جي بر صغير جي عظيم انقلابي رهنما شيخ الهند مولانا
محمودالحسن سان بہ ملاقات ٿي هئي ۽ ان وقت مولانا شيخ الهند ديوبند
۾ مولانا انور شاهہ کي آڏو ويهاري، صحيح بخاري جي ڪتاب الجهاد
تي درس ڏنو، جنهن سبق کي مولانا امروٽي پاڻ ڪنهن پڏو. ان کان
پوءِ شيخ الهند ڪيترا ئي دفعا امروٽ شريف ۾ آيا ۽ ان اچ وڃ ۾ ميل
ميلاپ مولانا امروٽي ۾سياسي شعور، قومي درد ۽ ديني غيرت پيدا ڪئي.
١٣٠٨ھ ۾ مولانا امروٽي جي مولانا سنڌيءَ سان واقفيت ٿي، جنهن مٿن
وڏيڪ اثر ڪيو. اهڙي طرح حضرت امروٽي رحہ سياسي ورڪر بنجي
پيا. انگريز، انگريزي اقتدار ۽ انگريزي سلطنت جو سرگرم ۽ زبردست
مخالف هو. سندن عقيدو هو تہ مشرق ۽ مغرب ۾ اسان جو وڏو دشمن
انگريز ۽ انگريزي اقتدار آهي، ان ڪري پاڻ هر وقت انگريزن جي
زبردست مخالفت ڪندا رهيا ۽ ڪائنن ڪنهن بہ قسم جو خوف نہ
ڪندا رهيا.

اهو ويهين صدي جو شروعاتي دور هو، هن دور ۾ اسلامي دنيا
جون حالتون بگڙي چڪيون هيون. سمورا اسلامي ملڪ بد انتظاميءَ
جو شڪار بنجي پيا ۽ ڪيترا ئي علائقا سندن هٿن مان هليا ويا. ايران
۾ انگريز ۽ روس گڏجي ملڪ جا ڀاڱا ڪرڻ لاءِ ڪوشان هيا.

١٩٠٧ع ۾ برطانيہ ۽ روس جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيو، جنهن موجب روس جي بالادستي اتر ايران تي ۽ برطانيہ جي ڏکڻ ايران تي مڃي ويئي. ١٩١٢ع ۾ مغربي ملڪن جي هڪ سازش هيٺ بلقاني فوجن گڏجي ترڪي تي حملو ڪيو. بلقاني رياستون ترڪن جي سلطنت ۾ شامل هيون پر گهرو معاملات ۾ خود مختيار هيون. جنگ کان پوءِ ١٩١٣ع هي رياستون ترڪيءَ جي هٿ مان نڪري ويون. ١٩١٠ع ۾ اٽليءَ طرابلس تي حملو ڪيو، جيڪو ترڪيءَ جو پراڻو علائقو هو. اٽلي هنن تي سخت ظلم ڪيا، گهرن ۾ گهڙي عورتن جي بي حرمتي ڪئي، ٻارن ۽ ٻڍن کي قتل ڪيو. ان وقت ترڪن انگريزن کان مصر جي رستي فوجون طرابلس موڪلڻ جي اجازت گهري پر انهن نہ ڏني، ان وچ ۾ ١٩١٤ع ۾ پهرين عالمي جنگ شروع ٿي. انگريزن بصري ۽ جدي ۾ پنهنجون فوجون لاٿيون ۽ پاڪ سر زمين تي پنهنجي پنهو حڪومت قائم ڪئي. شريف مڪہ هنن جي دام ۾ اچي ويو ۽ ١٩١٦ع ۾ هن ترڪن خلاف بغاوت ڪئي، ان زماني ۾ ترڪي جو بادشاھہ مسلمانن جو خليفو سڏبو هو، ان ڪري بر صغير جي مسلمانن، اسلامي دنيا جي اها حالت ڏسي، تحريڪ شروع ڪئي جتان مولانا امروٽي جي سياسي زندگيءَ جو آغاز ٿيو.

١٩١٣ع ۾ شيخ الهند مولانا محمودالحسن ديوبندي، هندستان کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هڪ خفيہ تحريڪ هلائي، جنهن ۾ مسلمانن ۽ هندن گڏجي ڪم ڪيو. هن تحريڪ کي پوءِ "ريشمي رومال تحريڪ" جمو ويو. مولانا عبيدالله سنڌي کي، آزادي جي ان تحريڪ جي سلسلي ۾ ١٩١٥ع ۾ انگريزن خلاف محاذ قائم ڪرڻ لاءِ ڪابل موڪليو ويو. ان تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ، ملڪ ۾ جيڪي مرڪز قائم ڪيا ويا تن مان ٻہ سنڌ ۾ هيا. هڪ امروٽ ضلع سکر ۾ هيو، جنهن جو سرڪردو مولانا امروٽي رحہ هو. هي مرڪز سنڌ ۽ بلوچستان لاءِ هو. ٻيو مرڪز ڪراچي ۾ هو، جيڪو لس ٻيلي

۽ قلات لاءِ هو، جنهن جو امير مولانا محمد صادق کڏي وارو هو. مولانا امروٽي رحه، جو هن تحريڪ ۾ مولانا سنڌي رحه سان سڌو سنئون رابطو رهيو ۽ ريشمي رومال وارا خط به وٽس آيا هيا، جنهن ڪري ٻاٽ ڪجهه عرصو جهل ۾ به رهيا.

١٩١٩ع ۾ هندستان جي مسلمانن گڏجي خلافت ڪاميٽي قائم ڪئي ۽ خلافت هلچل شروع ڪري مطالبا ڪيا ته: (١) پاڪ شهر ترڪن جي حفاظت هيٺ رهن، (٢) ترڪي جي خلافت برقرار رهي، (٣) ترڪن سان انتقامي سلوڪ بند ڪيو وڃي. هنن مطالبن ڪسي مڃرائڻ لاءِ ساري هندستان ۾ جلسا ڪيا ويا. مولانا امروٽي رحه جي ڪوشش سان ١٩٢٠ع ۾ جيڪب آباد ۾ هڪ جلسو سندن زيرصدارت ٿيو. هن جلسي مولانا "عدم تعاون" جي رٿ پيش ڪئي، جنهن موجب انگريز سرڪار سان ڪنهن به ڪم ۾ تعاون ۽ شرڪت نه ڪئي وڃي، سرڪاري ملازم انگريز جي ملازمت ڇڏي ڏين، مسلمان فوجي، فوج مان نڪري وڃن ۽ ڏلون ڏيندڙ ڏلن ڏيڻ کان انڪار ڪن، لقبن ۽ خطابن وارا انگريزن وٽان مليل اعزاز موٽائي ڇڏيا ڪن وغيره. هن تجويز کان متاثر ٿي بروقت جان محمد جوڻيجي انگريزن طرفان سپ مليل خطاب واپس ڪيا. هن رٿ کي مهاتما گانڌي به پسند ڪيو ۽ اهڙي طرح "نان ڪو آپريشن" ۽ "قطع تعلقات" جي نالن سان هندگير تحريڪون شروع ٿيون ۽ جن انگريز سامراج کي هلائي ڇڏيو ۽ کين محسوس ڪرڻو پيو ته هڪ نه هڪ ڏينهن کين هندستان کي ڇڏڻو پوندو. عدم تعاون جي رٿ پيش ڪرڻ کان پوءِ مولانا صاحب "هجرت تحريڪ" جي تجويز ڏني، جنهن موجب هندستان کي انگريزن جي حڪومت هوندي "دارالحرب" قرار ڏيئي سنڌ مان افغانستان هجرت ڪري وڃڻ ۽ اتان فوج ٺاهي اچي انگريزن سان مقابلو ڪن. ان سلسلي ۾ مولانا سنڌي رحه

اڳ ئي افغانستان ۾ وڃي افغانستان جي بادشاهه امان الله سان ملي ڪيس هن موقعي لاءِ مدد ڪرڻ جي گذارش ڪئي. امان الله جي دل ۾ به انگريزن خلاف ڌڪار هئي، ان ڪري هن هائوڪار ڪئي. مولانا سنڌي ان خيال کان، مولانا امروٽيءَ کي آگاهه ڪيو. ان پس منظر کي سامهون رکي مولانا، سنڌ کان ٻاهر ممبئي، دهلي، لاهور عليگڙه ۽ ڪلڪتي تائين سفر ڪيا. هو ڪلڪتي ۾ جمعيت علماء هند جي سالانه اجلاس جا ميمبر چونڊيا ويا ۽ سنڌ ۾ به جمعيت علماء جا صدر مقرر ٿيا. سندس ڪوششن سان سنڌ مان هزارين مسلمان مال متاع وڪڻي افغانستان روانا ٿيا. سندن پروگرام هو ته ڪافي تعداد ۾ مهاجرن جي نڪري وڃڻ بعد پوئين قافلي سان خود پاڻ به روانا ٿيندا.

برٽش حڪومت هن تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ "امن سڀا تحريڪ" شروع ڪئي ۽ هر تعلقي ۾ امن سڀائي ڪانفرنسون قائم ڪيون. سنڌ جي ڪمشنر هڪ نام نهاد مولوي فيض الڪريم کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ لکرائي تقسيم ڪئي، جنهن ۾ ترڪي جي مسلمان خلافت کي ناجائز ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. هن تي سرڪاري حڪم هيٺ سنڌ جي ١٦ عالمن ۽ پيرن صحيحون ڪيون. مولانا امروٽي رحه هن غلط ۽ بيهوده پروپئگنڊا ۽ ڪوڙي ناجائز فتويٰ کي غلط قرار ڏيئي، مولانا دين محمد وفائي کي پاڻ وٽ ترسائي ان جي رد ۾ "اظهار الڪرامت" نالي هڪ ڊار رسالو لکرائي، ڪيترن ئي عالمن جي تصحيح کان پوءِ سڄي ملڪ ۾ ورهايو. ان وقت غلام محمد نانا، مولانا جو قانوني مشير ٿي رهيو. ديني عالمن ۾ مولانا محمد هاشم رڪن وارو، عبدالڪريم چشتي ۽ مولانا وفائي، انگريزدانن مان جان محمد جوڻيجو ۽ محمد امين کوسو سندس هروقت مددگار ۽ ساٿي رهيا.

مولانا جي انهن سڀني ڪوششن بر صغير جي مسلمانن ۾ آزادي جو ولولو پيدا ڪيو، ان ڪري انگريز سندس دشمن بڻجي پيا ۽ هو ڪيترائي دفعا جيلن ۾ بہ ويا. عدم تعاون جي تحريڪ، خلافت ڪاميٽي، هجرت تحريڪ ۽ ڪانگريس جي مشترڪہ جلسن ۾ شريڪ ٿي هن تحريڪ آزادي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

(ت) تعليمي خدمتون:- حضرت مولانا امروٽي رحہ خالص ديني ماحول ۾ پليو ۽ سنڌي عالمن کان فيض پرايو، ان ڪري سندس تعليمي منصب، مسلمانن جي سياسي ۽ سماجي پستي جو علاج بہ ديني تعليم اندر سمجهيو. اهو ئي سبب آهي جو پاڻ امروٽ ۾ ١٣٠٨ھ ۾ هڪ ديني مدرسي جو بنياد رکيو، جنهن کي ديو بند جي طريقي تي جاري ڪيو ۽ ان جو روحاني تعلق بہ ديو بند سان ئي قائم ڪيو. ان لحاظ کان سنڌ جو پهرئين دفعي ديو بند سان روحاني، علمي ۽ سياسي ڳانڍاپو پيدا ٿيو. هن درسگاه جي نصاب ۾ حديث، تفسير ۽ شاه ولي‌الله رحہ جي تصنيفن کي پڻ شامل ڪيو ويو. هن ڪم ۾ مولانا عبيدالله سنڌي رحہ ۽ مولوي عبدالله لغاري سائس شامل ٿيا. مولانا امروٽي مدرسي جو مهتمم، مولانا سنڌي خاص مدرس ۽ مولوي لغاري استاد مقرر ٿيا. هي سڀ ئي عظيم انقلابي عالم، وطن عزيز مان جهالت کي هٽائڻ ۽ ان کي سامراج جي چنبي مان آزاد ڪرائڻ ۾ هڪ ٿي ويا. اهڙي طرح هنن سنڌ جي ماڻهن کي اسلامي علمن سان گڏ وطن جي آزادي ۽ احياءِ دين جي تربيت حاصل ڪرڻ جو موقعو ڏنو. هن مدرسي بر صغير جي مسلمانن ۾ نئون روح ڦوڪيو، ظاهري ۽ باطني علم جا طالب وٽن اچڻ لڳا. اتر سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جا شاگرد بہ هت ايندا هئا، جن ۾ مولانا عبدالوهاب ڪلاچي جهڙا مستعد طالبعلم، مولانا عبدالله کڏهر وارو، مولانا عبدالقادر دين پوري، مولانا حمادالله هالیجوي رحہ، مولانا احمد علي لاهوري ۽ ٻيا مشهور عالم دين قابل ذڪر آهن. هن مدرسي ۾ اعليٰ تعليم کان سواءِ

قران شريف جي ياد ڪرائڻ لاءِ هڪ جدا ڪلاس کوليو ويو، جنهن ۾ ڪيترا ئي نابينا ۽ بينا شاگرد قران جي حفظ ۾ مشغول رهيا. مولانا عبيدالله سنڌي رحه اسلامي فڪر، فلسفي ۽ منطق تي ليڪچر ڏيئي مسلمانن ۾ نئين تعليم لاءِ شوق ۽ جذبو پيدا ڪيو ۽ ولي اللهي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي. حضرت امروٽي رحه ذڪر ۽ فڪر ڪان پوءِ قران مجيد جي ترجمي ۽ تفسير جو درس ڏيندا هيا، وٽس طالبن جو هميشه انبوهه رهندو هو. امروٽ شريف جي هن عظيم درسگاه جي معائني ۽ امتحان لاءِ شيخ الهند مولانا محمودالحسن پاڻ به ايندا هيا ۽ طالبن کي درس به ڏيندا هيا. هن مدرسي سان گڏ هڪ عظيم ڪتبخانو به هو، جنهن ۾ هزارين ديني ڪتاب، تفسير، حديث، فقه، منطق ۽ تاريخ تي هيا، جن کي پڙهي طالب پنهنجي معلومات ۾ اضافو ڪندا هيا. هي مدرسو سانده ست سال وڏي اوج تي رهيو ۽ ڪئين عالم اتان فارغ ٿي، سنڌ ۾ سنت کي جيارڻ ۽ علم جي اشاعت جي ڪم کي لڳي ويا.

انهي ذاتي تعليمي درسگاه کان سواءِ، پاڻ سنڌ جي ٻين تعليمي ادارن جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ به ڀتوڙيو. مدرسه "دارالهديٰ ٺيڙهي" جو سنگ بنياد پاڻ رکيائون ۽ ان وقت دعا ۾ چيائون ته "هن مدرسي جو فيض ايترو ته وسيع ٿيندو، جو سنڌ، هند، افغان، بلوچ ۽ برما جا پياسي هتان فيض حاصل ڪندا"، ۽ هي تاريخي حقيقت آهي ته هن ننڍي ڪنڊ ۾ تعليم ۽ تبليغ جو وڏي ۾ وڏو مرڪز هي مدرسو ئي رهيو آهي. مدرسن ڪان سواءِ سنڌ ۾ تعليمي ڪميٽين جي سالانه جلسن جي صدارت اڪثر پاڻ ئي ڪندا هيا ۽ انهن جي فلاح لاءِ هر وقت ۽ هر طرح ڪوشان رهندا هيا.

(ج) ديني خدمتون: مولانا مرحوم جي زندگي جو اهم پهلو تبليغ آهي. هو اسلام کي طريقهءِ حيات ۽ مڪمل دين سمجهندا هئا، ان ڪري مسلمانن جي سياسي ۽ سماجي پستي جو واحد علاج ديني تعليم کي

سمجهيائون . اهو ئي سبب آهي جو ديني تعليم جي سر چشمي قران شريف جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيائون . ١٣١٢هه ۾، متن کان سواءِ مڪمل قران شريف جو ترجمو ٽن ڀاڱن ۾ (هر هڪ ڏهن سيپارن تي مشتمل) الحق پريس سکر مان ڇپرايو ، جيڪو نهايت سهڻو ۽ دلڪش هو. هي حقيقت آهي ته اهو ترجمو ايڏو ته مستند آهي جو هن کان پوءِ ڪنهن به ديني عالم قران مجيد جي سنڌي ترجمي لکڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان جي آڏو مولانا جو اهو ترجمو ضرور رهيو آهي . هن ترجمي کي جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ جو "اعجازي ترجمو" سڏجي ته به سونهين ٿو ، ڇو ته هن کان اڳ وارا ترجما بامحاوره ترجما نه هيا، پر گهڻي حد تائين تحت اللفظ ترجما هيا ۽ انهن جي زبان به آڳاٽي هئي . هي ترجمو سنڌي زبان ۾ اها حيثيت رکي ٿو جيڪا فارسي زبان ۾ شاه ولي الله رحه جي ترجمي کي حاصل آهي . مولانا صاحب جو قران شريف جو هي ترجمو ان دؤر ۾ عظيم ديني خدمت هئي، جنهن مان گهٽ تعليم يافته هندو ۽ مسلمان پنهنجي لاءِ حاصل ڪري پئي سگهيا. ان زماني ۾ پاڻ تبليغ به شروع ڪيائون ۽ ان کان متاثر ٿي اٽڪل ٧ هزارن غير مسلمانن سندن هٿ تي اسلام قبول ڪيو ، ان ڪري هندن مٿن مقدما به داخل ڪيا ۽ ٻاگڙجي اسٽيشن تي حملو به ڪيائون، پر پاڻ بچي ويا. هن ئي دؤر ۾ هندن طرفان شڌي ۽ سنگهٽي تحريڪون هلايون ويون . هنن تحريڪن جو مطلب هو، بر صغير جي مسلمانن کي لالچون ڏيئي هندو بڻايو وڃي ۽ نون مسلمانن کي به ، هندو ڌرم تي واپس آندو وڃي، ان کان سواءِ ادبي ميدان ۾ هندو سنگهٽن قرآني الله ۽ اسلامي بهشت جا فوٽو ڇاپيا . مغل رنگ محل، مغل شيش محل، قتل حقيقت، وڏيڪ ۽ گولو وغيره ڪتاب ڇپرايا، جن ۾ مسلمانن جي تهذيب ۽ تمدن ، ادب ۽ تاريخ تي حملا ڪيا ويا. سندن ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۽ شهدادڪوٽ جا شمع مرتد ٿيڻ لڳا ۽ هنن پنهنجاتن اڳيان آهه و زاري ڪئي ته کين واپس ڏاڏائي مذهب تي آندو وڃي . اهي حالتون ڏسي

مولانا امروٽي رحه هندن سان وڏا ديني ۽ منطقي بحث ڪيا ۽ ديني تبليغون ڪيون . مولانا دين محمد وفائي رحه سان گڏجي ڪيترا ئي تبليغي ڪتاب ڇپرايائون ۽ ڪين تحريري جواب ڏنائون .

پوئين زماني ۾ جڏهن سکر بئراج پئي ٺهيو، تڏهن واهن ۾ ايندڙ مسجدن کي شهيد ڪرڻ جو پروگرام رٿيو ويو . پاڻ مسجدن جي بقا ۽ سلامتيءَ لاءِ بي حد، بي مثال ۽ زوردار جهاد شروع ڪيائون . ان تحريڪ کي تاريخ ۾ "تحريڪ تحفظ مساجد" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، ان سلسلي ۾ پاڻ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ضعيف ۽ پوڙهي هجڻ جي باوجود به جلسا ڪوٺايا ۽ تقريرون ڪيون، آخر سندن اها هلچل ڪامياب ٿي . اهي مسجدون اڄ به ڪير نر واهه جي وچ ۾، سندس مجاهدانه ڪارنامن ۽ ديني غيرت جو زنده ثبوت ڏيئي رهيون آهن .

مولانا امروٽي رحه سنت جا پابند هيا، هو حال ۽ قال ۾، گفتار ۽ ڪردار ۾، ظاهر ۽ باطن ۾، علم ۽ عمل ۾، شريعت ۽ طريقت ۾، سلف صالحين جو زنده مثال ۽ ناقابل انڪار نمونو هيا، هو ڪشف ۽ ڪرامت جا ڌڻي هيا. پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي چپي چپي ۾ هزارن جي تعداد ۾ سندس مريد ۽ شيدائي هيا. سندس زبان تي هر وقت خدا ۽ رسول جو ئي ذڪر خير هوندو هو، هميشه گهڙي گهڙي چوندا هيا ته جيڪڏهن مسلمان، مسلمان ٿيڻ گهرن ٿا ته صحابن سڳورن جي زندگيءَ کي سامهون رکن . صحابه ڪرام جي زندگي اسلام جي مڪمل تصوير آهي، صحابه سڳورن جي حياتي قرآن جو تفسير آهي" . سندس مجلس ۾ گفتار جو وڏو حصو، صحابن جي حالات ۽ ڪارنامن جي بيان تي خرچ ٿيندو هو، اهڙي طرح پاڻ مسلمانن ۾ اسلام جو حقيقي روح ڦوڪيندا هيا ۽ کين توحيد ۽ سنت جو سبق ڏيندا رهندا هيا . سندس مجلس ۾ شريڪ ٿيندڙن لاءِ پهريون ۽ لازمي شرط، نماز هو، جيڪو به سائل دعا لاءِ عرض ڪندو هو ته پاڻ يڪدم دعا گهرندا هيا ۽ دعائن جو اهڙو سلسلو هلندو

رهندو هو . بهر حال حضرت امروٽي رحه تبليغ ۽ تحرير رستي قول ۽ فعل رستي امت محمدي ۽ دين اسلام جي اشاعت لاءِ اهـا عظيم خدمت انجام ڏنائون، جنهن کي ڏسي حضور صلعم جي اها حديث ياد ٿي اچي، جنهن ۾ فرمايائون ته "علماءُ امتي ڪانبيا بني اسرائيل". يعني منهنجي اسـت جا علماءُ بني اسرائيل جي نبين وانگر هوندا". مطلب ته هـو جيتوڻيڪ نبي نه هوندا پر ڪافئن تبليغ اسلام جي سلسلي ۾ نبين وارا ڪارناما صادر ٿيندا، اهڙا ئي عالم ۽ بزرگ نبين جا وارث هوندا آهن . مولانا امروٽي رحه به اهڙو ئي عالم دين هو .

(د) صحافتي خدمتون : مولانا امروٽي رحه مسلمانن ۾ مذهبي، سياسي، ادبي ۽ علمي جذبي کي زنده رکڻ ۽ نئين نموني ۾ اپارڻ لاءِ هڪ ذاتي پريس قائم ڪرڻ جـو ارادو ڪيو . ان دؤر ۾ نشر و اشاعـت ۽ پريس جي سيني ذريعن ۽ وسيلن تي هندو مسلط هيا، مسلمانن جا سڀ مذهبي ۽ ادبي ڪتاب، قران شريف سميت غير مسلمانن جـي پريسن ۾ ڇپبا هيا، ان ڪري مولانا امروٽي رحه ، مـولانا سنڌي رحه جـي معرفت "محمود المطابع" نالي هڪ پريس قائم ڪري ، طباعت ۽ اشاعت جـي ڪم کي زور وٺرايو . هن پريس ۾ ڪيترا ئـي مذهبي ۽ علمي ڪتاب شايع ٿيا . مولانا امروٽي پنهنجا ڪتاب سورة الرحمان، سورت ياسين ۽ قران شريف جو سنڌي تفسير پڻ هن پريس مان ڇپرايائون، ان کان سواءِ طحاوي جا عقائد ۽ ٻيا رسالا به ڇپيا .

مولانا امروٽي رحه هڪ خاص ماهوار سنڌي رسالو "اخوان المسلمين" به امروٽ مان جاري ڪيو ، جنهن جي ادارت جا فرائض پاڻ سر انجام ڏنائون، هن رسالي سنڌي صحافت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو . ان زماني جي حالتن کي ڏسجي ٿو ته هي مولانا جي وڏي ۾ وڏي صحافتي ۽ ساهتي خدمت آهي . هن رسالي ۾ سياسي ۽ ديني مضمون ڇپيا هيا، جنهن ڪري سنڌ جي عوام ۾ سياسي شعور، قومي احساس ۽ ديني غيرت

جو جذبو پيدا ٿيو . هي ادارو پريس سميت ساڍا ٽي سال قائم رهيو ۽
سنڌي صحافت جي خدمت ڪندي بند ٿي ويو .

(ح) سماجي خدمتون: سنڌي سماج هميشه ڪيترن اجاين ريتن رسمن،
قديمي روايتن ۽ رواجن جو مريض ٿي رهيو آهي . هٿ اوچ نيچ، بي
انصافي، مفاد پرستي، اره زوراڻي، ظلم ۽ ڏاڍ ڏهڪاءُ جو عمل ٿي رهيو
آهي . سنڌي معاشري ۾ هميشه غربت ۽ جهالت انهن برائين کي جنم
ڏنو آهي، ان ڪري مفاد پرست وڏيرن ۽ حلوي کائو ملن، جاهل ۽ غريب
عوام کي ڦري تباهه ڪري ڇڏيو آهي . مولانا امروٽي رحه انهن سڀني
رسومات جو علاج توحيد ۽ صرف توحيد ۾ سمجهيو، هو سماجي ريتن رسمن
جو ڪٽر دشمن هو، ان ڪري پاڻ جتي به اهي برايون ڏسندا هيا ته
يڪدم جوش ۾ اچي ويندا هيا، فرمائيندا هيا ته "سنڌي اڻ ٻوجهه آهن،
ڪن ڪهڙان ماني کارائي، موحد بڻائجي، بدعت ۽ پير پرستي کان ڪن
بچائي، بلڪل انسان کي خدا جي راه ڏيکارجي". جڏهن پاڻ امروٽ
۾ آيا ته اتي قبر پرستي جو هڪ مندر ڏٺائون، ان ڪري پاڻ وعظ ۽
نصيحت سان انهن سڀني بدعتن جي بيخ ڪني ڪيائون، اتي هڪ پينگ
نوشي جو دائرو هو، جنهن کي به ختم ڪيائون، شڪارپور کان خانپور
رستي تي، گاڙهي مقام وٽ ڪيترا ئي مسلمان سڪائون ڪٽي ايندا هيا،
نذر نياز ڪندا هيا، پارن جون جهنڊيون لهرائيندا هيا، وڻن ۽ ڪپڙن ۾
ڪپڙي جون ڳنڍيون ۽ ننڍڙا پينگها ٽنگيندا هيا. بزرگن جڏهن اها
حالت ڏٺي، تڏهن ڄام فقير کي اتي رهائي، کوهي کٽائي، مسجد ٺهرائي
صوم و صلواة ۽ درس و تدريس جو ڪم شروع ڪري، جاهل مسلمانن ۾
تبليغ ڪري، بدعتي رسمون بند ڪرايون، ساڳيءَ طرح پور ڍنڍ جي
پرسان، پير مشائخ جي مقبري تي به پينگ جو دور دوره هوندو هو، سومر
۽ جمعرات تي، ڪيترا ئي مسلمان مرد ۽ عورتون جهنڊيون لهرائيندا هيا،
نذر نياز ڪندا هيا، اٽا گهڻا آلي راڳ رنگ جي محفل مچائيندا هيا،
جڏهن ڪين اها خبر پئي، تڏهن ٽوٽي ۽ هڏ هٽڻ مجاورن کي اٿاڻي

مسجد تعمير ڪرائي درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائون. اهڙي طرح ٿوري وقت ۾ آسپاس جي ماڻهن ۾ سماجي شعور پيدا ڪري وڌائون ۽ سڀ بد رسمون منجهائن نڪري ويون .

ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته پاڻ سينني سماجي براين لاءِ عملي قدم کنياڻون، هر جمعي تي وعظ ۽ نصيحت جو خاص موقعو ڏسي، ساري ٿر جي هر ڳوٺ ۾ تبليغ جو سلسلو شروع ڪيائون . ايوجهه سنڌي مسلمانن جا مٿي جا ڊگها وار ڪٽرايائون، مسلمانن جي ٻارن کي ڪنن ۾ سونا والا (ڪنوٽيون) نڪ ۾ بولا، هٿن ۾ منڊيون، پانهن ۾ چاندي جا ڪنگڻ عام هوندا هيا. پاڻ اهي سڀ زيور لهرايائون، عورتن جو پيرن تي اڇڻ وڇڻ ۽ سکون پاسڻ بند ڪرايائون، حضرت صاحب جي ٿي ڪوشش سان ڳوٺن جا ڳوٺ شرڪ ۽ بدعت جي عقيدن، ۽ ڪڌن ڪرتوتن کان توبهه ڪري، پابند شريعت ٿي، هميشه لاءِ روزه ذڪر خدا ۽ تلاوت ڪلام پاڪ ۾ مشغول ٿسي ويا. سوين ماڻهو فاسق فاجر، شرابي ۽ جواري سندن خدمت ۾ اچي هميشه لاءِ، سماجي براين کان توبهه ڪري، ڪانئن هدايت حاصل ڪرى، معاشري جا با عزت شهري بنجي پيا. مطلب ته مولانا صاحب، سنڌي معاشري مان اجايون ريتون رسمون ڪيڍي، ان معاشري جي فردن ۾ ديني غيرت، قومي شعور، سماجي تعليم ۽ سياسي سجاڳي پيدا ڪئي، کين چست ۽ چالاڪ بنايو، منجهن خود داري جو احساس ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو لاڙو پيدا ڪيو . احساس بالاتري ۽ احساس خود شناسي جا جذبا پيدا ڪيا، جن اڳتي هلي ” تحريڪ آزادي “ کي ٺون موڙ ڏنو .

ادبي خدمتون: مولانا امروٽي رحه نه صرف سياسي ڪارڪن، سماجي ورڪر ۽ ديني عالم هو پر کيس ادب سان به گهرو لڳاءُ هو . مولانا جي دؤر ۾، سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ عوام ۾ هڪ خاص لهر آيل هئي . سنڌ جو هڪ دانشور طبقو، محسوس ڪري رهيو هو ته قوم

جو وجود زبان کان سواءِ بي معنيٰ آهي، ان وقت حڪومت جي ٻه اهائي
پاليسي هئي ته مقامي ٻولين کي ترقي وڌائي وڃي. حضرت امروٽي رحه
ان ڪري اول قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو، هڪ طرف
ته هن ترجمي سان دين جي خدمت ٿي ته ٻئي طرف ادبي دنيا ۾ مولانا جو
ڌاڪو ڄمي ويو، ڇو ته هي ترجمو سليس، سلوڻي ۽ بامحاوره سنڌي
زبان ۾ هو. عالمؔ لکن ٿا ته "هي ترجمو سنڌي نثر جو اعليٰ شاهڪار
آهي ۽ ڏيکاري ٿو ته مولانا صاحب جو سنڌي نثر نگاري ۾ اعليٰ مقام
آهي، هو عظيم انشاءَ پرداز ۽ نثر نگار هوا.

نثر کانسواءِ نظم ۾ به پاڻ، ڇڱو موڪمائون، عروضي شاعري ۾ به
سندن وڏو مقام آهي. موزون شاعري ۾ سندن هڪ مڪمل مثنوي
"يوسف زليخا" عرف "پريت نامو" مشهور آهي، جنهن ۾ عشق حقيقي جا
باريڪ نڪتا، صوفيانه طرز تي بيان ٿيل آهن. هي ڪتاب پهريائين
سندن مريد ۽ معتقد وڏيري حاجي محمد حاتم ڌهر ڇپرايو ۽ ان کان پوءِ
شڪارپور جي هڪ ڪتب فروش پوڪرداس، سندس عام مقبوليت ڏسي
ڪيترائي دفعا ان کي شائع ڪرايو. هن قصي کي پهرئين فارسي ۾
مولانا جامي رحه نظم ۾ لکيو ۽ سنڌي ۾ مولانا امروٽي جنهن سوز و گداز
سان هن کي لکيو اهو سندن ئي خاصو آهي.

ادبي لحاظ کان مولانا صاحب جي شاعري کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي
سگهجي ٿو، هڪ قومي شاعري ۽ ٻيو نعتيه شاعري. مولانا صاحب
جيئن ته قوم جا هڏ ڏوکي ۽ سياسي ورڪر هيا ان ڪري سندس شاعري
۾ ان دور جي جهلڪ نظر اچي ٿي. سندس شاعري ۾ انقلابي جذبي،
سياسي شعور ۽ قومي سجاڳي جو آواز آهي، هو عوام ۾ تڙپ، جذبو ۽
ولولو پيدا ڪرڻ گهري ٿو. سندس ڪلام ۾ ماحول جي عڪاسي آهي
هن دور ۾ انگريزن پنهنجا هٿ ٺوڪيا پٺو پيدا ڪري، ڪن نوڪرين
۽ جاگيرون ڏيئي، پنهنجي طرف ڪري، حريت پسندن ۽ محب وطنن کي

وڏيون وڏيون تڪليفون ڏنيون، ڏسو تہ هو ان دؤر جي عڪاسي ڪهڙي نہ چابڪدستي ۽ فنڪارانہ نموني ڪري ٿو :

وڏو هٿ نوڪرن نڙ ۾، ڪمو ڪرسين اسان قابو،
اسان جا منڊ ٿيا سڀ بند، ٿيا چپ وات سڀ سائي .

اڳيون ڪلڙر ويهي ڪرسين، اتي ايمان ڏنئہ سارو،
جوي جمڪي ميڻيون سوئي، اڳيون نهڪر نڪا آلي .

ويو آدمن سڀ ايمان، چڏي ويو خوف سڀ تنهنجو،
ويڙهي ويو پؤ نصارن جو، پر هينئڙو سدا تائي .

مولانا صاحب جي قومي شاعري اسان جي تاريخ جو اهم باب آهي.
پهرئين عالمي جنگ ۾ مسلمانن جي حڪومت ترڪي کي وڏو نقصان پهتو ۽ ترڪن وڏيون جنگيون لڙيون . مغربي سامراج کي هنن مجاهدن جمڪي ٿونا چپايا، سي تاريخ ۾ نمايان آهن . مولانا صاحب انهن مجاهدن جي ڪاميابي لاءِ چيو :

ويڙه ۾ ويرين مٿان تڪڙو ڪمو ترڪن تمام،
ڏڙ سمون سوره ڪڻن، ويرن سندي ڪاپار ڪي .

ترڪ تسازا ڪر تسوانا آل عثمان جسي سوا،
ناس ڪر سارا نصارا، راج روسين زار ڪي .

برصغير جي مسلمانن عثماني خلافت کي بچائڻ ۽ برٽش حڪومت کان جند ڇڏائي، آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ افغانستان ڏانهن هجرت ڪئي، اها لڏ پلاڻ اسان جي تاريخ جو اهم باب آهي. ان جو ذڪر مولانا هن طرح ڪري ٿو :

جلالي ڏي جوانن کي سچا الله پاجهارا،
مهاجر جي اچن توڏي ڇڏي هي ملڪ سڀ سارا.

تهاري تن سبيل الله، وسهلو تن توڪل جو،
الاهي لاءِ چوڌاري، سندن وبرهن متّي مارا.

هانءَ تن جا ڻمن هيٺا، ڻمن تن سنڌ سب ماٺا،
ملائڪ لاءِ تون مهرون، ڪنّن تن ڪنڌ ڪاپارا.

حضرت جن حج جي موقعي تي روضي رسول جي زيارت وقت هي بيت چيا:

هن تہ نمائيءَ ڪي او هت يار پاڃهہ پاروچل تنهنجي آندو
ٿرن برن ۾ يار ٿڪيءہ سان تنهنجو هير لڪرار الا
هن تہ هيٺيءَ ڪي او هت يار قرب ڪوهيارل تنهنجي آندو
قرب ڪوهيارل تنهنجي آندو

نظمن ڪان سواءِ ڪافين ۾ بہ پاڻ قومي رنگ پندا ڪيو اٿن، انهن ۾ بہ انقلابيءَ جذبو ۽ ولولو موجود آهي، سندن دؤر جي هيءَ ڪافي، مشهور آهي، جنهن ۾ جهاد جو جذبو ڪار فرما آهي.

ڏ نو بہ تو آهي، ڪهرين بہ تون ٿو، اسان ڪي تنهنجي لڏڻ ۾ چا آهي؟

فني لحاظ ڪان مولانا صاحب جي قومي شاعري اعليٰ پائي جي آهي، نظم ۽ ڪافيون اسان جي قومي شاعري جو ناقابل تلافي ورثو آهن. سندس ڪلام سادو، سلوڻو ۽ سولو آهي، منجهس رواني، رنگيني ۽ تاثر آهي. لفظ سادا، وڻندڙ ۽ پر اثر آهن، صنعت تجنيس حرفي ۽ صنعت متلائم جو مرقع آهي.

نعتيہ شاعري ۾، مولانا صاحب جي مولودن کي وڏي اهميت حاصل آهي. مولود شريف هڪ خالص سنڌي صنف آهي، جنهن کي اسان جي عوامي ادب ۾ خاص درجو مليل آهي. مسجدن ۽ محفلن ۾، عيدن ۽ برادن ۾ مولود شريف ئي عام ۽ خاص جي توجہ جو مرڪز هوندا آهن، مولانا امروٽي رحہ مولود جو موجد جيتوڻيڪ نہ آهي، پر مولود کي هن

اوج تي پهچايو ، هو هڪ ديني عالم ۽ عاشق رسول هو ، ان ڪري سندس مولودن ۾ عشقِ رسول جو مهراڻ مؤجزن آهي .

مديني جي گدائي آ ڀلي هن بادشاهي کان،
توڙي ڀيا عيش عشرت لک مثل خس يا رسول الله .

توڙي ڪيو ڪهڙ قسمت جي جو امروٽ ۾ قابو ،
اثر هردم مديني جو نگهه ۾ ڪس يا رسول الله .

سڪن ساري سدا سرور ، دلڙون هردم مٿا تو ڏي،
پرت جي پيچ جو ڏيڙو ايهو ڏس يا رسول الله .



مبارڪ منهن مٿي چادر ، لاهيو هيڪر مٿا رهبر ،
وڃي هي شور بدعت سندو سامان رسول الله .

ملڻ جي مهر ڪر مرسل ، مٿا محبن ماندن تي،
پسايو منهن، وڃائي ڏک ٿئي قربان رسول الله .

مولانا امروٽي رحه، مولودن کان سواءِ ڪافين ۾ نعتيه رنگ پسريو آهي . سندس هڪ ڪافي حضرت همايوني جسي ڪافي "تنهنجي حسن ڪيا حيران هزارين" جي طرز تي هڪ بهترين نعتيه ڪافي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اتر سنڌ جو هي ڪافي گو شاعر ، اسان جي ادبي تاريخ ۾ ڪيڏو نه مقام رکي ٿو . سندس هي ڪافي، شاعريءَ جسي فني لوازمات کي پورو پورو ادا ڪري ٿي ۽ فني زاويه کان، ڪافي جو اعليٰ شاهڪار آهي .

تنهنجي جلوي جوت جمال مٿا ، موهيا خان لکين هڪ مان نه رکيو ،
تنهنجن نيڻن نار ڪمال ڪيا ، حيران لکين هڪ مان نه رکيو.

تنهنجي ورهه منجهه مجبور وتن، درس ڏيان ڇڏي ويران ڦرن،
مجنون وانگر اهي مستان ڦرن، مثل صنعان لکين هڪ مان نه رکيو .

جڏهن ذات توهان جي ظهور ڪيو ، هر مظهر ڪي ٻڻ نور ڪيو ،
تڏهن عشق اسانکي مخمورڪيو ، پرين سبحان لکين هڪ مان نه رکيو .

مولود ۽ ڪافي ڪان سواءِ ٻاڻ ٻيت ٻه چيا آهن، جيڪي اسان جي دينني ادب جو ، بيش بها خزانو آهن، انهن ۾ تغزل ۽ فراق ٻه آهي ته فن جون موشگافيون ٻه موجود آهن .

هاشمي هيٺن ڪي سيد ڏيج سڏير ، سرور تنهنجي سڪ ۾ دوست سٺا دلگير.

ورنهن تنهين ويل ۾ واهر ڪر تون وير،
ڪر مدد تون مصطفيٰ ماندن جي تون مير .

داتا تنهنجي در تي پيا پينو آهن پير ،
پرين پسڻ لئه تنهنجي سڪن منجهه سرير ،
"حسن" ڪي هاشمي تنهنجي آهه اڪير.

مطلب ته امروٽي رحه، پنهنجي وقت جو اعليٰ ۽ مشهور شاعر هو ، سندس شاعرانه عظمت، اسان جي ادب" ۾ اهم حيثيت رکي ٿي. افسوس آهي جو هن جي ادبي خدمتن تي ڪنهن به مورخ ادبي تاريخ لکڻ وقت ڌيان نه ڏنو آهي . اُميد آهي ته ڪو سنڌي نقاد ۽ محقق مولانا صاحب جي ادبي رول تي وڌيڪ روشني وجهندو .

وفات حسرت آيات: حضرت امروٽي رحه جيئن ته انگريز ۽ انگريزي حڪومت جي خلاف هو ، ان ڪري برٽش حڪومت ڪنهن ڪجهي طرح زهر ڏياريو ، پاڻ چوندا هيا ته "مون کي انگريزن زهر ڏياريو آهي، ۽ هينئر آءٌ زنده رهي نه سگهندس". اها زهر دير اثر هئي ان ڪري ٿي سندن جسم آهستي آهستي ڏيرو ٿيندو ويو ۽ ساري بدن تي قلوسٽا لڪري پون . آخر پاڻ ٥ نومبر ١٩٢٩ع مطابق ٣ جمادي الثاني ١٣٤٨ھ جي پهرئين هفتي ۾، امروٽ شريف ۾، لاڏائو ڪري ويا. ان وقت ڪيترن ئي اخبارن، خاص ادارتي نوٽ لکيا ۽ شاعرن قطعات لکي، ڏک

جو اظهار ڪيو . فارسي ۾ مرحوم مولوي عبدالرزاق ڇالبڊيي ابصرين مرثيو لکيو آهي، ان جا ٻه بند لکي مضمون کي ختم ڪريان ٿو .

سينه بريان، چشم گريان، هست چون ابر بهار،
از وفات مرشد اکمل بران جانم نثار .

قطب دوران و غوث عالم بود از آل رسول،
اشجع و متوکل و اجود بسي پرهيزگار .

## مددي ڪتاب

(١) اهي ڏينهن اهي شينهن، جلد پهريون — پير علي محمد راشدي

(٢) "الوحيد سنڌ آزاد نمبر ، ٻي ايڊيشن — مولوي دين محمد وفائي

(٣) تذڪره شعراءِ سکر — ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

(٤) ماهنامه "پيغام" مارچ ١٩٨٠ع — ايڊيٽر ڪريم بخش خالد

(٥) "نئين زندگي" جا پراڻا مختلف پرچا

(٦) هفتيوار "آزاد" جا مختلف پرچا

(٧) ٽه ماهي "مهراڻ" قائد اعظم نمبر — مولانا قاسمي صاحب جو مضمون

(٨) نقش حيات — مولانا حسين احمد مدني رحه (اردو ۾)

  

# حضرت امروٽي رحہ جي دؤر کان اڳين حالتن جو سياسي پس منظر

جناب محمود شاهہ جي، بي- ايچ - ڊي، لاءِ تيار ڪيل مقالي تان ورتل
( ٽورن سان )

ان کان اڳ، جو مولانا سيد تاج محمود امروٽي صاحب جي قومي خدمتن جو جائزو وٺجي، سنڌ يا بر صغير ۾ ان وقت جي سياسي، علمي، معاشرتي ۽ مذهبي حالات جو پس منظر پيش ڪجي تہ جيئن امروٽي صاحب جون قومي خدمتون نمايان نظر اچن ۽ انهن جو قدر و قيمت ڪٿي سگهجي :

## سياسي پس منظر

بر صغير پاڪ ۽ هند جي تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي تہ انگريزن اسان جي ملڪ ۾ واپار جو ڍونگ رچائي، ٺڳيءَ ۽ مڪاريءَ سان ملڪ ورتو . اورنگزيب عالمگير کان پوءِ مغلن جا پويان حاڪم عيش عشرت ۾ ڪاهي پيا. حڪومت جي طرف ڪو ڌيان نہ ڏنائون . سندن غفلت جو فائدو انگريزن ورتو .

سنہ ١٦١٣ع ۾ انگريز، جهانگير مغل بادشاهہ کان، هندوستان ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيا(١) ۽ سورت جهڙي شهر ۾ واپار جي پهرين ڪوٺي قائم ڪيائون . ان بعد، آگري، احمدآباد، ڀڙوچ، مدراس ۽ بمبئي ۾ ڪوٺيون ۽ ڪمپنيون بنايائون . ڪلڪتي ۾

---

(١) پروفيسر - ايل مکرجي - ايم- اي - هسٽري آف انڊيا ( ماڊرن پيريڊ) دفعو ٣ صفحو ١٣ .

زمين ٺڪرو خريد ڪري، ان کي ملڪيت بڻايائون . اهڙيءَ طــرح مغلن کان رعايتون وٺندا ويا ۽ پنهنجو زور ۽ اثر ڄمائيندا ويا. (۱)

مغلن جي طاقت کي ڪمزور ڏسي، هنن دغاباز واپارين کي ملڪ تي قبضي ڪرڻ جي بـد نيتي پيدا ٿـــي . جهڙي هئي منجهن دنيوي طاقت، تهڙا وري چالاڪ، مڪار ۽ فريبي هئا. سازشن ڪرڻ جا تہ ماهر هئا. سر ٿامس رو (۲) انگريز جي بي ايماني ۽ چالاڪيءَ بابت وديا ڌر مهاجن لکي ٿو :

"Sir Thamas Roe got the concession, by bribing Asaf Khan...........Roe was a clever diplomat. He passessed plenty of shreudness and business capacity".(۳)

ساڳئي سلسلي ۾ لئن پول لکي ٿو :

"All he could obtain, were firmans or orders to the local authorities sanctioning the English trade at Surat upon reasonably satisfactory terms. (۴)

---

(۱) پروفيسر ايل مکرجي - ايم - اي - هسٽري آف انڊيا (ماڊرن پيريڊ) ڊفعو ۴ - صفحو ۱۴ سال ڪونہ .

(۲) سر ٿامس رو انگريز کي، انگلنڊ جي بادشاه جيمس پهرئين، ۱۶۱۵ع ۾ هندوستان موڪليو هو . هو سنہ ۱۶۱۵ع کـــان ۱۶۱۸ع تائين جهانگير جي دربار ۾ رهيو . (وديا ڌر مهاجن)

(۳) وديا ڌر مهاجن - دي مسلم رول ان انڊيا - ائڊيشن ڪونہ ڄاڻايل، سال ۱۹۶۲ع - صفحو ۱۱۳.

(۴) اسٽئنلي - لئن پول ( ميڊيول انڊيا انڊر محمدن رول ) لنڊن - سال ۽ ايڊيشن ڪونہ صفحو ۳۰۹.

ٻيو انگريز مورخ، اي - مارسڊين ان ڳالهه کي هن طرح ظاهر ڪري ٿو :

"هن جڏهن نور جهان جي پاءُ، آصف خان کي هڪڙو قيمتي جواهر ڏنو، تڏهن جوڪا موڪل گهرائين ٿي، سا مليس". (١)

واپاري ڪوٺين جي حفاظت جي بهاني سان انگريزن پنهنجا قلعا به ٺهرايا ۽ پوءِ انهن ۾ انگريزي طرز تي سکيل، فوجي سکيا وارو لشڪر به رکيائون . ان وقت فرينچن جو زور ڏسي، انهن کي هٿ ڪرنا ٽڪ جي جنگين ۾ شڪست ڏيئي، هندوستان جي اترئين علائقي ۾ پير پختا ڪيائون . بنگال ۾ ڪلڪتي تي ته قبضو اڳي ئي هين؛ تنهن ڪري سڄي بنگال تي قبضو ڪرڻ ضروري سمجهي ، ان کي هڙپ ڪرڻ جو خيال ڪيائون . بنگال جي نواب سراج الدوله انگريزن جي نيت کي سهي ڪيو ۽ کين بنگال مان تڙي ڪيڍڻ ۽ کانئن آزادي حاصل ڪرڻ خاطر ١٧٥٧ع ۾ پلاسيءَ جي جنگ ڪئي . هيءَ پهرين جنگ آزادي هئي، جا ڏيهي ماڻهن، انگريزن سان لڙي . هن جنگ ۾ نواب جي ڪمانڊر ، مير جعفر ۽ ڪن هندن جي غداريءَ ڪري مسلمانن کي سخت شڪست آئي ۽ انگريزن نواب سراج الدوله جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ، هاٿيءَ تي بازار ۾ گهمايو - (٢)

اهڙيءَ طرح بر صغير جي غيور مسلمانن مان، ميسور رياست جي حيدر علي ۽ سندس بهادر پٽ ٽيپو سلطان شهيد، انگريز سامراج کان جند ڇڏائڻ لاءِ، ١٧٩٩ع ڌاري بهادريءَ سان جنگيون ڪيون، پر انگريزن

(١) اِي مارسڊين بي - اي - انڊين ايڊيوڪيشنل سروس ( رٽائرڊ ) هندوستان جي تاريخ - سنڌي ايڊيشن - سال ١٩١٣ع ( مترجم ڪوڙومل چندن مل) صفحو ٢٧٥ .

(٢) ماهنامو نئين زندگي - آگسٽ ١٩٦٨ع صفحو ٢١ .

جي چالبازين سان ٻچي نہ سگهيا. ميسور رياست ۾ مسلمان بهادرن ۽ قوم پرستن کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو . انگريزن جي انهيءَ ظالمانہ رونداد کي قوم پرستن اڳين سان وڌيڪ ڏٺو ۽ هن ڌاريءَ ظالم قوم کان محب وطنن کي سخت نفرت پيدا ٿي . آخر ١٨٥٧ع ۾ انگريز سامراج جي خلاف وري ڀيهر ملڪ گير پيماني تي آزاديءَ جي ڀي جنگ لڙي وئي، جنهن کي انگريزن ١٨٥٧ع وارو بلوو ٿي سڏيو . حقيقت ۾ ڏٺو ڀي سائين، انگريزن جي ظلمن کان بيزار ٿي، لڙڻ جو منصوبو رٿيو هو . هن منصوبي ۾ نہ رڳو رعيت، بلڪ لشڪر جي ڏيهي سپاهين پڻ ان ۾ حصو ورتو هو . مسلمانن سان گڏ، ڪي هندو بہ هئا، مسلمانن ۾ اڪثر علماء اڪرام، هن تحريڪ آزاديءَ جا اڳواڻ هئا؛ پر اهـا جنگ بہ ڪنهن منظم طريقي سان نہ لڙي وئي؛ تنهن ڪري انگريز ان تحريڪ آزاديءَ کي، تمام سختيءَ سان دٻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا . ان وقـــت جو پيرسن مغل بادشاهہ بهادر شاهہ ظفر هو . انگريزن ان جي خاندان کي اذيتون ڏنيون، ساڙايـو ۽ ڪيس عقوبتن سان وجي، رنگون قيـد ڪيو، جتي هن غريب‌الوطنيءَ جي حالت ۾، سنہ ١٨٦٢ع ۾ وفات ڪئي . انگريزن نهايت زور ورتو ۽ سڄي هندوستان تي قبضو ڪيائون . ان کان پوءِ انگريزن خلاف، عوام جي دلين ۾ سخت نفرت جي باهہ ۽ غلاميءَ جي احساس جي شدت، وڌيڪ تيز ٿي ويئي، پر اها باهہ، ظلم ۽ تشدد کي ڏسي، اندر ئي اندر پئي دکي . (١)

١٨٥٧ع واريءَ جنگ آزاديءَ کان پوءِ، انگريزن کي بر صغير جي عوام ۾ شڪ شبها جا پيا؛ ان ڪري هنن هندن ۽ مسلمانن جي ٻہ ۾ ڦوٽ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي (Devide, and rule) هنن هندن تي هٿ رکي، ڪين ورسائڻ شروع ڪيو ۽ مسلمانن کي، تعليمي، معاشي ۽ اقتصادي طور پس مانده رکڻ جي ڪوشش ڪئي . هندن کي سرڪاري

---

(١) ماهنامو نئين زندگي - آگسٽ ١٩٦٨ع صفحو ٢٢ .

نوڪريون ڏيڻ شروع ڪيائون ۽ ڪين وڌ ۾ وڌ تعليمي سهولتون ڏيئي، همٿايائون. پٺي پاسي مسلمانن لاءِ اهي سڀ رستا بند ڪيا ويا، جو ته انگريزن پنهنجو وڏو دشمن مسلمانن کي ئي سمجهيو. هيءُ صورت حال مسلمانن جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي ترقيءَ جي ڏس ۾ نهايت خطرناڪ هئي. توڙي جو انگريزن هندن تي هٿ رکيو، ته به ائين نه هو، ته ڪو هندو منجهانئن راضي هئا، ۾ رڳو وقتي فائدي وٺڻ لاءِ ظاهري طرح انگريزن سان ساز باز ڪيائون، ۽ اندر ۾ سامراجي ظلمن کان انهه بيزار هئا. (۱)

انگريزن جڏهن هندوستان جي ڏيهي حاڪمن کي مڪر ۽ فريب سان مارائي، اتي پنهنجا پير پختا ڪيا، تڏهن هنن سنڌ جهڙي سر سبز ۽ شاداب واديءَ کي ڪرڪائڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌ ۾ به ساڳي چالبازي، فريب ۽ زبردستيءَ واري هلت هلايا. ان وقت سنڌ ۾ ٽهرين چوياريءَ جي پٺي امير مير غلام علي خان ٽالپر جي حڪومت هئي ۽ انگريزن طرفان هندوستان جو گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو هو. (۲)

ٽهريائين ته انگريزن، ميرن حڪمرانن سان دوستي ڳنڍڻ جو بهانو ڪيو. اهڙو عهد نامو سال ۱۸۰۹ع ۾، مير غلام علي خان سان ڪيائون، جنهن موجب انگريزن ۽ ميرن جي پساٽ ۾ دوستي ٿي ۽ انگريزي ايلچي سنڌ ۾ رهڻ لڳو. ان کان سواءِ انگريزن، ميرن کان انجام ورتو ته انگريزن کان سواءِ ڪنهن به ٻي يورپي قوم کي سنڌ ۾ اچڻ نه ڏيندا ۽ رڳو انگريز سنڌ ۾ واپار ڪندا.

---

(۱) ماهنامو نئين زندگي- مارچ ۱۹۷۱ع (پاڪستان تحريڪ جو پس منظر) صفحو ۴۲.

(۲) ٽيجڀانداس ٻناڻي - سنڌ جي تواريخ - جنوري ۱۹۲۷ع - ايڊيشن ڪونه - صفحو ۶۳ کان ۶۸.

انگريزن ظاهري طرح تہ ميرن سان دوستي رکي، پر اندروني طرح پنهنجي دوست، راجا رنجيت سنگ کي اک هڻي ، سنڌ تي ڪاهہ ڪراپائون . ان بعد ميرن جي مدد گهرڻ تي، راجا کي چئي، ڪاهہ بند ڪراپائون تہ جيئن ميرن جي مٿان سندن احسان ٿئي ۽ رعب وهي . (١)

سنہ ١٨٢٨ع ۾ مير ڪرم‌علي خان وفات ڪئي ۽ مير مرادعلي خان تخت تي ويٺو . هي سياڻو مير هو، تنهن ڪري هن انگريزن تي ٻنا پاس جي سنڌ ۾ اچڻ، هتي ٻيڻڪ ڪرڻ ۽ جنگي ساز و سامان آڻڻ تي بندش وڌي، تنهن تي انگريزن تشدد کان ڪم ورتي، منهوڙي جي ڪوٽ کي ٽوڙي، زور سان پنهنجو لشڪر سنڌ جي اندران لنگهائي، افغانستان ڏانهن، شاهہ شجاع جي مدد لاءِ موڪليو ۽ ميرن کان زور سان هيٺئين عهدنامي تي، سال ١٩٣٨ع ۾ صحيح ورتائون :

١- انگريزن کي لشڪر ۽ لشڪري سامان سنڌ سان لنگهائڻ جي اجازت هوندي .

٢- سندن ريزيڊنٽ هميشہ لاءِ حيدرآباد ۾ رهندو .

٣- انگريزن جو ٽي هزار لشڪر ڪراچيءَ ۾ رهندو .

٤- انگريزن کي ٽي لک روپيا سالیانو ، مير ڀل ڀري ڏيندا .

٥- مير، شاهہ شجاع کي بہ سندس رهيل ڀل ٢٣ لک روپيا ڀري ڏيندا. (٢)

جلد ئي انگريزن طرفان، پهرين ميجر آئوٽرام ۽ ان کان پوءِ سر چارلس نيپئر ريزيڊنٽ مقرر ٿي آيو . ساڳئي وقت انگريزن بہ ڏٺو تہ

(١) ڀيرومل مهرچند ... / تيجپانداس ٻٽاڻي - سنڌ جي تاريخ - سال ١٩٣٧ع - دفعو ڪونہ - صفحو ٦٣ کان ٦٨ .

(٢) تيجپانداس ٻٽاڻي - سنڌ جي تاريخ - سال ١٩٣٧ع - دفعو ڪونہ - صفحو ٦٤ کان ٦٨ .

ميرن ۾ ملڪيتن تان نفاق ۽ تڪرار آهي، ان جو فائدو انگريزن هن طرح ورتو ته خيرپور وارن ميرن ۽ سنڌ جي هندن تي هٿ رکي، ميرن کي پاڻ ۾ ويڙهائي، ٺڳيءَ ۽ مڪاريءَ سان ميرن جي مٿان اجايون تهمتون ڏيئي، سائن زبردستي ناجائز عهدناما ۽ شرارتون ڪري، آخـــر سترهين فبروري ۱۸۴۳ع تي مياڻيءَ جي جنگ، ۽ پاويهين مارچ ۱۸۴۳ع تي دٻي جي جنگ ۾، فريب ۽ چالاڪيءَ سان کين سخت شڪستون ڏنيون. اهڙيءَ طرح ظلم، تشدد ۽ ٺڳيءَ سان سڄي سنڌ هٿ ڪيائون ۽ وقت جي گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو، سنه ۱۸۴۳ع مارچ ۾ سنڌ کي بمبئي ڪاتي سان ملائي ڇڏيو. (۱)

انگريزن، سنڌ ۽ هندوستان تي زبردستيءَ ۽ ظالمانه طريقي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ محسوس ڪيو ته اها مسلم قوم ئي آهي، جا سائن سختيءَ سان مقابلو ڪري، ڪانئن آزادي حاصل ڪري سگهي ٿي، ان ڪري هنن، مسلمانن کي سندن حقن کان بلڪل محروم رکيو. کين تعليم، واپار ۽ سرڪاري عهدن ڏيڻ کان پري رکيو. ان جي برعڪس، هندن تي ظاهري طرح هٿ رکي، کين واپار، تعليم ۽ سرڪاري نوڪرين جون سهولتون ڏنيون. ان کان سواءِ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ڦوٽ وجهڻ جي ڪوشش پڻ ڪرڻ لڳا. (۲)

مٿين حقيقت کي "ولفريد ڪانٽويل سمٿ" هن طرح ظاهر ڪري ٿو:

"The repression of the Muslims that is indicated above, keeping them out of the

---

(۱) اي - مارسڊين - هندوستان جي تاريخ - سال ۱۹۱۳ع - ايڊيشن ڪونه صفحو ۳۷۷.

(۲) ولفريڊ ڪانٽويل سمٿ - ماڊرن اسلام ان انڊيا - ڇاپو پهو - سال ۱۹۴۷ع - صفحو ۱۹۴.

administration and of the medical, legal and other such professions, and in general not educating them, was, clearly, a policy affecting the upper and the potentially middle classes. It was at this time that the clerical and proffessional classes among the Hindus were developing and begining to wield some power. The India office was afraid to allow that same power to the Muslim".

......... More specially, it was afraid to allow that power to both groups at the same time. (١)

اڳتي هلي، لکي ٿو :

"The Muslims, then suffered most at the hands of the British, when the muting had been quelled". (٢)

سنه ١٨٥٧ع جي جنگ آزاديءَ کان پوءِ ته انگريزن ويتر مسلمانن تي ظلم ڪيا. انگريزن جي ظالمانه پالسيءَ جي ڪري ئي ڏيهي ماڻهن ۾ آزاديءَ لاءِ وڏيڪ تڙپ پيدا ٿي .



# منهنجو سائين سنڌ جو سائين
# حضرت امروٽي حضرت امروٽي

ڪهڙون ڪوهيارل آيو، هيئن نه چائم جاڻ الا
مون کي لائي ويو اڻم پاروچل پاڻ

مسلمانن جي زوال ۽ بربادي جي سرگذشت مٿان غور ڪبو ته ڏٺيون اهي هيون نظر اينديون جهڪي اڳين امتن جي زوال ۽ تباهي لاءِ قرآن حڪيم ڳڻائي چڪو آهي. انهن ڳالهين ۽ سببن جي ڏکي ساري لسٽ مان هڪ سبب هي به آهي ته امت جي احبار ۽ رهبان (پيرن ۽ مولوين) اسلامي تحريڪ ۽ انقلاب جي تصور کي امت جي آڏو ٻن پاسن ۾ ورهائي ڪري پيش ڪيو. هڪ امت جي علمي ۽ روحاني تربيت ۽ ٻيو امت جي انتظامي ۽ حڪومتي جوڙجڪ. اهڙي ورهاست حقيقت ۾ انقلاب واري جماعت سان غداري ۽ دوکيبازي آهي. جيڪا سرمايه دارن ۽ پيرن مولوين جي ملي ڀڳت ۽ ناني ويڙهي جو هڪ شاهڪار مثال آهي. تاريخ جو سمر اهڙا گهڻا مثال ڏسي ٿو جنهن سان انهن ٻنهي طبقن جي ملي ڀڳت ماڻهن کي هڪ طرف سچي ۽ صحيح مذهب کان محروم رکيو ۽ ٻئي طرف انهن کي اقتصادي ڦرلٽ سان سيو ڪري سندن انتظامي تنظيم ۽ پائنچاري وارو حق ٻي کسيو ويو. هميشه کان عام ماڻهن جي محرومي ۽ ڦرلٽ جو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ سرمايه دار ۽ مُلي جي ملي ڀڳت رهي آهي. انهيءَ ملي ڀڳت اصل تعليم کان غريبن کي انڌيري ۾ رکيو ۽ صحيح دين جي جاءِ تي هٿرادو دين جو ڪورس عام ۽ مشهور ڪيو. حضور اڪرم صلي الله عليه و سلم اڳين امتن جي زوال وارن داستانن جي پيش نظر تمام سختيءَ سان پنهنجي پوئلڳن لاءِ هي فرمان جاري ڪيو ته "لا رهبانية في الاسلام"، يعني اسلام ۾ ترڪ دنيا جو

راهبائو تصور جنهن سان مائهو سماج ۽ عوامي ميل جـول وارن ادارن کان ڪٽجي وڃي، اهڙي شيءِ جي اسلام ۾ ڪابه گنجائش ناهي . اسـان مسلمانن سان وڏو ظلم تہ هيءَ ٿيل آهي جو سرمايہ دار ۽ جاگيردار جسي پير مرشد، جيڪو امت تي زور ريءَ مڙهيل آهي، ان اسان کي جهان باني اجتماعي انتظامي حقن ۽ مسئلن ۾ حصہ وٺڻ کان هميشہ هميشہ جئي بـاز رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ بابا! اهي دنيا جو عهدا ۽ڪٽرا ڪپ آهن، مسلمان کـي گهرجي تہ انهن گرالهين کان پاسي ٿي رهـي . يا ڪڏهن ائين بہ چوندا آهن تہ غريب مائهوءَ جو انهن گالهين ۾ ڇا وڃي، اهي ڪم دنيادارن ۽ امير مائهن جا آهن . هي اهڙي قسم جون نصيحتون ۽ هدايتون انهن هٽرادو هادين ۽ رهبرن وٽان ڪي اتفاقي يا اخلاص تي مبني نصيحتون ناهن، بلڪ دنيادارن اميرن ۽ مذهبي ٺيڪيدارن جي پاڻ ۾ ورهائي ڪائڻ واري انهيءَ مخفي معاهدي جو هڪ ادنــي ڪرشمو آهن . محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم پنهنجي معاشري ۾ ييءُ ۽ ماءُ پنهين طرفان يتيم ٿي وڏو ٿيو هو . جنهن انقلاب جي اعلان ڪرڻ سان ئي پنهنجي قومي سردارن جي پڳن ۾ هٿ وڌو ۽ انهن ئي ظالمن ۽ جابرن جي ستايل مظلوم ۽ غلام انسانن کي پنهنجو سائي بنائي، براٿـي قرلت واري فرسوده نظام کي ختم ڪيو . محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي انقلابي پروگرام ۾ بلال حبشي رضہ جيڪو مڪي جي مارڪيٽ ۾ ڪالهہ ٽڪن تي وڪائو هو، اهو محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي غير حاضري ۾ مدينة الرسول جو امير ۽ پنهنجي اڳواڻ جـي مصلي جـو مالڪ بنجي سگهيو هئي ۽ بنايو ويو . اسلام جي تاريخ ۾ هـر دؤر ۾ تمام ٿوريون ڪي هستيون پيدا ٿينديون رهيون آهن، جن رهبانيت جـسي جي خلاف انقلابي پروگرام جي واڳ، نا اهلن کي ڏيـڻ خلاف هميشہ جهاد ڪئي ڪيو آهي . حضرت سيد احمد شهيد بريلوي رحمة الله عليہ لڙائي جي ميدان ۾ وڃڻ کان اڳ پنهنجي جسم تـي هٿيار پهري رهيا هئا، جيئن تہ سيد احمد شهيد پنهنجي دؤر جـو وڏي ۾ وڏو پير بہ هيو .

اتي موجود هڪ خادم جيڪو سرمايہ دار ۽ مولوين جي مشهور ڪيل غلط مذهبي ڪورس جو شڪار بنيل هـو ، عرض ڪيو تہ سـائين الله وارن ۽ درويشن کي تہ انهي نموني هٿيار پائڻ سونهن ئي نٿا !

حضرت سيد احمد شهيد رحہ فرمايس تہ: هٿيار پائي ڪري دشمنن سان جنگ ڪرڻ تہ رسول‌الله صلي الله عليہ و سلم جي سنت آهي . خود پيغمبرصلي‌الله عليہ و سلم زره، خـود، ۽ تلوار پائي ڪري ميدان جنگ ۾ لڙيا آهن، جنهن فقيري ۽ درويشي کي لڙائي جا هي هٿيار نٿا سونهن تہ آءٌ انهي فقيري ۽ درويشي تي لعنت ڪريان ٿو .

سرتاج سنڌ حضرت تاج محمود امروٽي رحمةالله عليہ تاريخ اسلام‌جي انهن چند ۽ ٿورڙين هستين منجهان آهن جن است جي مشڪل وقت ۾ رت جي راند کيڏڻ جو اعلان ڪيو ۽ رسولِ انقلاب صلي‌الله عليہ و سلم جو سچو مجنون ثابت ٿيو . حضرت امروٽي جي دؤر ۾ ڪيترائي بہ مولوي هيا، جيڪي انگريزن کـي ضل‌الله في‌الارض يا اولوالامر ۽ واجب‌الاتباع حاڪم ڪري سڏيندا هيا. هيڏانهن هيءَ پيڙو جرنيل فرنگين جي مقابلہ ۾ تنواري رهيو هو تہ :

اسان تي ملڪ مذهب جي مدد لازم مرڻ تائين،
انهيءَ اعلان ۾ ايذا رسي آخر تہ بسم‌الله

سِنُو پائين سَنُو پائين سڏي سڀ مال مالڪ جو
ٿئي قربان سڀ سامان خدا خاطر تہ بسم‌الله

انهيءَ آزادگي لئہ ، تنُو آرام اکڙين جو
ڪري ڪو قيد ان ڪوشش، ڪشش اندر تہ بسم‌الله

افسوس جو سنڌ وارن پنهنجي هن عظيم هيري کي ۽ پنهنجي هن املهہ تاريخي اثاثہ کي عملي جدو جهد سان تہ وساري ڇڏيو پر نصابي

ڪورس ۾ به ڪوئي ڪولہ نہ آئي . اسان کي افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته اسان جا پائر ۽ اسان جي قوم محسن ڪُش ثابت ٿي آهي .

حضرت امروٽي رحہ جي زندگي تي "الصادق" جي نمبر ڪيڻ لاءِ جڏهن اسان کي سنڌ جو سير ڪرڻو پيو ته مشهور مرڪزن تان به ڪو نمايان شان مواد ملي نه سگهيو، اچا ته ملت جهي هن عظيم شهسوار جي جدائيءَ کي اڌ صدي هاڻي گذري آهي ته هن ناهنجار قوم پنهنجي چهٽڪاري ڏياريندڙ پيڙي سالار کي وساري ڇڏيو . اها به ان مشهور سلسله جي ڪڙي آهي، جنهن ۾ تاريخ جي عظيم رهنما شخصيتن جي نقش قدم تي هلڻ بجاءِ ڪوڙي ياري جو مظاهرو ڪندي عرس ملهايا ويندا آهن .

حضرت امروٽي هڪ غريب گهراڻي جسو چشم و چراغ هيو، ڪو خانداني نواب يا جاگيردار نہ هيو . منهنجو امروٽي، امروٽ جي ڪبڙن جا پيرون ڪاٺي ۽ ڪنڊين جون سگريون ڪاٺي امروٽ جهڙي پڙ پانگ ڏورانهين وستيءَ ۾ جنهن جي چوطرف جهنگ ئي جهنگ ڪلراٺي ديسڙ، جو گرمين ۾ هلڻ وقت چنگهن کي ائين پئي لڳي جو جڻ باهہ جون چڻنگون لڳي ويون . شايد شمع مبارڪ سنڌ جي اهڙن گوشن تي هيئنن چيو آهي تہ :

جتہ لُڪ لڳي جت آڳ ٿيو، سو ديس مسافر منهنجو ڙي
جت سچ ڦلا ٿي نڪري ٿو
۽ آگ ألا ٿي نڪري ٿو
جت ڏينهن ڪٺهاٺي جنهن ڪڙهن
سو ديس مسافر منهنجو ڙي

جت ڪاري اُس ڪنواٽن تي
۽ ويڙهيچن جي واٽن تي
ٿا واريءَ جا وسڪار ٿين
سو ديس مسافر منهنجو ڙي

جت ماڪڙ ماڪڙ ٻوٽن تي
۽ گرم هوا جي جهوٽن تي
ٿا جهانگيئڙا جهونجهار جهٽن

سو ديس مسافر منهنجو ڙي

جت انڌ اڪس ۾ کهارين ٿا
۽ ٽڙڪي ٽانئون ٽارن ٿا
جت مينهن ڦڙيءَ جي لاءِ مرن

سو ديس مسافر منهنجو ڙي

جت ڪيئي صدين سالن کان
ٻولارن کان ٻاتارن کان
ٿا ڏرت اڇن ڏهڪاءُ ٻون

سو ديس مسافر منهنجو ڙي
سو ديس مسافر منهنجو ڙي

حضرت امروٽي رحه فرنگي سامراج جي خلاف قومي ۽ ملڪي آزادي جي جمڪا رٿابندي ڪئي هئي سا ڪا انفرادي ۽ جذباتي سوچ تي مبني نہ هئي، بلڪ هن سڄي ننڍي کنڊ جي آزادي جي ڪارڪنن ۽ تنظيمن سان مڪمل ۽ مضبوط ڳانڍاپو رکيو هئائون، ۽ سنڌ اندر بہ ڪا جدا ديگڙي ڪانہ چاڙهي هئائون. سڄي سنڌ اندر پنهنجي سائين جي ذريعي شهر شهر ۾ آزادي واسطي تنظيمي مرڪز قائم ڪيائون. سنڌ ساٿين جو بہ ڇا چئجي، مولانا عبيدالله سنڌي يا رئيس المهاجرين جان محمد خان جوڻيجو هجي، سولانا محمد صادق کڏي وارو هجي يا شيخ عبدالمجيد سنڌي هجي، مولانا دين محمد وفائي هجي يا مولانا عبدالڪريم چشتي هجي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هجي يا رئيس غلام محمد صاحب وڪيل هجي. مطلب تہ سڌريل نموني سان تنظيمي رٿابندي قائم ڪيل هئي. آزاديءَ هند

مولانا محمد صادق



جي وڏن وڏن رهنمائن کي سنڌ ۾ گهرائي دورا ڪرائڻ ۽ پــاڻ پنهنجي سر، سڄي هندوستان جي دورن تي بمبئي، دهلي، ڪلڪته، علي ڳڙهه ۽ ديو بند جي اجلاسن ۾ وڃي ڪري آزادي واسطي تحريڪ هلائڻ. مهاتما گانڌي، مــولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد علي جوهر، مولانا شوڪت علي، راجه مهندر پرتاب ڪــي سنڌ ۾ مختلف شهرن ۾ دؤرا ڪرائڻ. مطلب ته سنڌن جدو جهد ۾ ڪو به درگاهي طور طريقو ۽ خانقاهي ٺٽ ٺانگر ڪونه هو. سنڌن غذا جماعت سان گڏ هميشه جوئر جي رڀ، يا ڪڏهن ڪڏهن ڪٺي چانورن جو پنّڙو پت ۽ سائٺن جو ڍڪن وارو پت هئي. انهي غريبالي حال ۾ جنهن جرئت ۽ حوصله جي تعليم ۽ تربيت ڳوٺائن کي ملي رهي هئي جــو امروٽي جماعت جي هر هڪ فقير جي دل ۾ غلامي جي خلاف سخت نفرت هئي، ۽ آزاديءَ جي جذبه ۾ هر هڪ جو گويا نصب‌العين ئي جهاد بنجي چڪو هو.

سر مو سپاهي جو رڻن کي رهاءِ
ڪاني ڪارائي جي مڙس ٿي م ٻاءِ
اکين ۾ انڪاءِ، لالائي لالڻ جي.

هوڏانهن امروٽي پير جي پڪار پئي پوندي هئي ته:

هاري ويهه نه هانءَ آءٌ ته پار اُڪاريانءِ
مون کي آهي ڏانءَ، پهچڻ پرين پار جو.

مولانا محمود حسن فرزند مولانا هالجوي رحمة‌الله عليه مون کي ٻڌايو ته آئون حضرتن جي زيارت لاءِ امروٽ شريف ويس، اتي پهچڻ بعد معلوم ٿيو ته حضرت سائين جن ٻاهر ويل آهن ۽ شايد اڄ واپس ٿين ۽ جمعو نماز رکن ۾ پڙهائين. آءٌ امروٽ ڪان رڪ پهتس، اتي حضرتن جي پٺيان جمعو پڙهيم ۽ جمعي بعد ڪچهري ۾ ويٺا هياسين

تہ اتي حضرت پير صبغةالله(١) صاحب پاڳاري جو خليفو آيو، جنهن عرض ڪيو تہ پير صاحب جن مون کي اوهان جي خدمت ۾ هي پيغام ڏيئي موڪليو آهي تہ انگريزن مون کي گرفتار ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو آهي، انهي ڪري اوهان پنهنجي جدو جهد کي ايترو تہ وڌايو جو انگريز جو منصوبو ناڪام ٿئي. حضرت امروٽي نماہي آئندڙ کي چيو تہ:

خليفا! پير صاحب جن کي وڃي چئو تہ جيسين تائين تاجوءَ جي سريءَ ۾ ساهہ آهي تيسين تائين انگريز کي مجال ناهي جو توکي هٿ بہ لائي سگهي، ۽ واقعي ٿيو بہ ائين جو حضرت امروٽي جي زندگي تائين پير پاڳاري جي گرفتاري عمل ۾ نہ اچي سگهي.

حضرت امروٽي رحہ پنهنجي انهيءَ مهم ۾ انتهائي مجتهدانہ بصيرت رکندڙ هئا. بائيجي شريف جي سجاده نشين ميان عبدالستار صاحب جن مون کي ٻڌايو تہ حضرت امروٽي کي هڪ شخص چيو تہ سائين اوهان تہ انگريزن کان ائين ٿي ڏاڍا آهيو ۽ هو اوهان جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهندا تہ پوءِ توهان انگريزن جي خلاف هي جا ڪوڙ ۽ ماراماري ڇو ٿا ڪريو؟ حضرت جن فرمايو تہ ڪنهن جاءِ تي جڏهن نانگ ايندو آهي تہ ان کي ڏسي جهرڪيون ۽ ڪبريون وڏي تعداد ۾ گڏجي شو ر ڪنديون آهن، جنهن جو مقصد هي هوندو آهي تہ ڪوئي اچي تہ هن موذي شيءِ کي ماري. هوندن تہ جهرڪيون ۽ ڪبريون پنهنجي سر پاڻ اڏامڻ جي ڪري نانگ جي پهچ کان پري ۽ مٿي هونديون آهن، پر هو انهي هوندي

---

(١) مولانا محمود حسين صاحب ٻڌايو تہ پير صاحب پاڳاري جي گرفتار ٿيڻ کان پوءِ سندن خاص ڪار ڊرائيور مون وٽ اچي ملازم ٿيو ۽ مون کي ٻڌايائين تہ پير صاحب جن حضر ۽ سفر ۾ هيءَ آيت سگوري"ڪل من عليها فان و يبقي وجہ ربڪ ذوالجلال والاڪرام" تمام گهڻي پڙهندا هئا.

شور مچائيندڙيون آهن ته کو بي خبر يا ڪمزور هن آفت کان محفوظ رهي.
مان پي انگريزن جي خلاف الهيءَ ڪري شور مچائي رهيو آهيان ته اسان
جا ايندڙ نسل ۽ ڪمزور ماڻهو، هنن جي ڏاڍ ۽ سامراجيت کان محفوظ
رهن ۽ بس .

اسان جـي سنڌ ۾ به فقيري ۽ درويشي بابت راهباڻو تصور ڦهليل
آهي، جو هن قسم جو آهي . فقير درويش ۽ صوفي جي معنيٰ، نڪمو،
بيڪار، اٽي تي چڙهيل، يا ڪنهن جي به معامله ۾ نه پوڻ وارو، جنهن
جي سامهون جيڪڏهن ڪابه برائي، بدڪاري ٿيندڙ هجي ته ان تـي
ڪنهن به قسم جو رد و ڪد نه ڪري . اسان مٿي عرض ڪـري آيا
آهيون ته هتي لغت ۽ ڊڪشنري جـو ئي ڪم لڌو پيو آهـي . پيغمبر
صلي الله عليه و سلم پنهنجي تعليم ۽ تربيت سان اهي ذهن ۽ فرد تيار ڪيا
هئا جيڪي هڪ گهڙي به باطل سان ڏاهه ڪرڻ ۽ ناني و يڙهي ۾ شامل
ٿيڻ لاءِ هرگز هرگز تيار نه ٿيندا هيا . سندن هر هڪ ساٿي محمد رسول الله
والذين معه اشداء علي الكفار رحماء بينهم واري آيت يعني پنهنجو پاڻ ۾
ڀاجهارا ۽ دشمنن لاءِ سخت هئا جو مصداق هو . اسان جي دعويٰ آهي
ته فقيري ۽ درويشي ۾ حضـور صلي الله عليه و سلم جـا ساٿي تمام مٿين
درجي تي فائز هيا. فقيري ۽ درويشي جي غلط تشريح ۽ مفهوم جـي
ابتري ته گهڻي پروپيگنڊه ٿيل آهي جو جيڪڏهن اڄ ڪنهن کي فقيري
۽ درويشي جي راهه اختيار ڪرڻ جـو ارادو ٿئي ٿو ته يڪدم اهي ڪـي
ڪوڙي زهد ۽ ترڪ دنيا جي راهباڻي تصور جو خاڪو سامهون پيش اچي
وڃي ٿو . هڪ ڏينهن حضرت امروٽي رحه فرنگين کي سخت بد شد
ڳالهائي رهيا هئا ته هڪڙي شخص، جنهنجي ذهـن ۾ فقيري جـو راهباڻو
تصور هيو، حضرت کان سوال ڪيو ته سائين اهڙا الفاظ الله وارن ۽ فقيرن
کي ڇوڻ نٿا سونهن . هونئه ته امروٽي بزرگ تمام جلالي هئا پر اصلاح
جي نقطهءِ نظر هيٺ سوال ڪندڙ کي نرمي سان سمجهايائون ته اسان جا
ماڻهو انگريزن کان ڊنل ۽ خوفزده آهن، آءٌ انهيءَ نموني سان ٻاڻهن جي

ذهنن مان انگريزن جي هيبت ۽ حشمت ختم ڪرڻ گھرانٿو . حضرت امروٽي رحہ انگريزن جي لاءِ ڪُوٺائن جي آڏو فرمائيندا هئا تہ اهي برطانيہ جا پولا اسان جا حاڪم ٿيندا ؟ اهي سؤ سؤ نطفن منجهان چاول آهن، انهن ڪي اسان پنهنجي مٿان حڪومت ڪرڻ ڏينداسين؟ اسان سچا مسلمان آهيون، سچن مسلمانن جا نطفا آهيون، انهن ڪتن ڪان ڊڄون ڇو ؟ جوش ۾ اچي فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن ڏهہ انگريز منهنجي مقابلي ۾ سامهون اچن ۽ هنن جو هڪڙي چماٽ سان ساهہ نہ ڪيان تہ مان پورل شاهہ جو پٽ ئي نہ آهيان !

انهي تقرير ۾ موجود راوي مولانا اميد علي رهڙي وارو بيان ڪري ٿو تہ اهو جمعي جو ڏينهن هيو ، حضرت جن طبيعت ۾ تمام ڪمزور هئا خطبي ۽ نماز لاءِ مولانا احمد علي لاهوري کي حڪم فرمايو هئائون ۽ نماز کان پوءِ پڙي پري کان آيل مائهن جو خيال رکندي پاڻ تقرير فرمايائون، ڪمزوري جي حالت ايها هئي جو ڪمن ڪٿي ڪري ڪرسيءَ تي ويهاريو ويو ۽ فرمايائون منهنجي سامهون ڪوئي شخص قرآن شريف کولي جهلي بيهي ۽ کھربل آيت انهي ئي کان کولرايائون .

تقرير ڪندي ڪندي ايترو جوش ۾ اچي ويا جو پالهي پاڻ ڪرسي تان اُٿي بيهي رهيا ۽ آڏو بيٺل مائهون کان قرآن شريف وٺي هٿ ۾ پاڻ جهلي بيٺا . تقرير ڪندي فرمايائون تہ انگلينڊ جي سڄي حڪومت جي قيمت اسانجي مسجد جي موريز جي هڪ پتر برابر بہ نہ آهي ۽ فرمايائون تہ جيڪڏهن آءٌ جيئرو رهيس تہ ٿڪي ٿڪي ۾ انگريزن جون رنـــون وڪڻائيندس . مولانـا محمود حسين هاليجي واري پڌايو تہ بي بي اسان سائڻ فرمائيندي هئي تہ حضرت جن گھر ۾ ستي ستي لتان ۽ ٽڏا هڻڻ شروع ڪري ڇڏيندا هئا، پوءِ جاڳڻ بعد جڏهن ڪانئن پڇيو ويندو هيو تہ فرمائيندا هئا تہ مون انگريزن کي مار پئي ڏني . مولانا محمود حسين وڌيڪ پڌايو تہ حضرت جن جو هي طئي ٿيل نظريو هيو تہ انگريزن جي

هٿ ۾ گرفتار نہ ٿجي بلڪ انهن سان مقابلو ڪجي . حضرت دينپوري بزرگ پورو هڪ سال انگريزن جي جيل ۾ گذارڻ کان آزاد ٿي ڪري جڏهن سائين امروٽي سان مليا تہ حضرت کين چيو تہ ادا توکي شرم بہ نہ آيو جو تون سڄو سال انگريزن جي جيل ۾ رهين؟ جواب ۾ حضرت دينپوري چيو تہ الله جو ذڪر هتي بہ ڪرڻو ۽ هتي بہ ڪرڻو. تہ حضرت امروٽي فرمايو تہ انهي الله الله ڪرڻ کان پڊي مرين ها . سنڌ جي انگريز ڪمشنر هڪ ڀيري حضرتن کي ڪراچي ۾ گهرائي حضرتن کان پڇيو تہ توهان جو اسانجي حڪومت جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ حضرتن فرمايو تہ مان اوهان جي رت جو پياسي آهيان . حضرت رح انگريزن جي مسلمان جاسوسن جي باري ۾ فرمائيندا هيا تہ جيڪي مسلمان ٿي ڪري انگريز جا سي - آءِ - ڊي بڻجي اچن ٿا، ايهي پڻ ڏوڪڙن تي ايمان کان موڪلايو اچن ٿا. انهن اسان کي ڪو نڪر خور ملان لڌو آهي؟ اسان ڄاڻون ٿا تہ هو ڪٿي ڪٿي وڃنا آهن . شريعت جو بند ٿي پيو آهي، نہ تہ جارج پنجين کي ڪنڊڙي کان جهلي هتي حاضر ڪريانس . حضرت جن مسلمانن جي حال کي ڏسي افسوس وچان سدائين هي جملو ورجائيندا رهندا هئا ۽ ڪئين ڀيرا چوندا هئا تہ "ڏسان ٿو تہ مسلمانن مان روحاني طاقت گهٽجي رهي آهي". مولانا احمدعلي صاحب ٻڌايو تہ هڪ ڀيري آنون امروٽ شريف هوس جو حضرت جن پنهنجي مجلس ۾ عام فقيرن کي پاهر وڃڻ جي لاءِ چيو ۽ صرف عالمن سڳورن کي تقرير ۾ فرمايائون تہ اوهان علم ان لاءِ نہ پرايو آهي تہ اوهين زالن وٽ وڃنا هجو ۽ دنيا جي سينگار سان محبت رکو ۽ ماڙيون ٺهرايو . اوهان ان لاءِ علم پڙهيو آهي تہ الله ڪارڻ هن جي خدمت ڪريو. جيئن الله جي پيغمبرن مفت ۾ بغير اجوري جي دين جي تبليغ ڪئي ۽ فرمايائون تہ اوهان مولوي ڇڙو پنهنجي مولويائپ ۾ خوش آهيو، اوهان بزدل آهيو ۽ ڪابہ همت ڪونہ ٿا ڏيکاريو .



# صدارتي تقرير

## حضرت مولانا تاج محمود امروٽي قدس سره

( اها تقرير چوٿين سنڌ خلافت ڪانفرنس جيڪب آباد
مورخه ٢ - ٣ مئي ١٩٢٠ع ۾ حضرت امروٽي رحه پڙهڻ
فرمائي جيڪا ان زماني ۾ ڇاپي به وئي هئي. ادارو)
(ماهوار شريعت سکر جي ٿورن سان)

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله الذي هد انا للاسلام وجعلنا من امة سيدالانام والصلواة والسلام علي رسوله محمد المصطفي افضل الرسل الکرام و علي آله و اصحابه الذين بذلوا نفوسهم و اموالهم علي اشاعة الاسلام ـ اما بعد

حضرات! اوهان صاحبن مون کي هن جلسي جي صدارت جي خدمت سپرد ڪري منهنجي عزت افزائي ڪئي ، پر در حقيقت وڏي جوابداري منهنجي سر تي رکي آهي جنهن جي ذڪر ڪرڻ کان پوءِ آءٌ جيڪر ڪنهن لائق فائق، پاڻ کان وڌيڪ هن ڪم جي مستحق صاحب کي، انهيءَ تمام وڏي خدمت سپرد ڪرڻ لاءِ عرض ڪريان ها، پر ان سان ڪڏ اوهان صاحبن جي دل شڪني به مناسب نٿو ڄاڻان، ان ڪري اوهان صاحبن جي دلي شڪريه بجا آڻڻ بعد درگاه الاهي ۾ ملتجي آهيان ته مولا سائين مون کي انهي تمام وڏي خدمت جي ڪماحقه ادا ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي، آمين .

عزيزان ملت ! اهو ته اسان مسلمانن جو صحيح ۽ سچو عقيدو آهي ته اسلامي تهذيب ۽ روحاني ترقي جي اشاعت ۾ مقامات مقدس جي حفاظت ۽ اسلام جي دشمنن جي مدافعت لاءِ اهڙي هڪ مسلمان اميرالمؤمنين خليفةالمسلمين جو هجڻ ضروري آهي ، جو هر طرح آزاد ۽

خود مختار ديني ۽ دنيوي اقتدار رکندو هجي ۽ دين جي دشمنن جي مقابلي ڪرڻ جي پوري طاقت رکندڙ هجي . اهڙي مسلمان خليفةالمسلمين سان مسلمانن جو دلهون شرعي عقيدي موجب تمام پٽڙيون آهن ۽ سندس اقتدار جي بچاءَ لاءِ خدا جل جلاله جي حڪم ۽ سندس پياري رسول جي حڪم موجب، مال ۽ جانيون قربان ڪرڻ واريون آهن ۽ پنهنجي الله ۽ پياري رسول صلي الله عليه وسلم جي خوشنودي لاءِ سر ۽ ساه صدقي ۽ گهور ڪرڻ واريون آهن . حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ مسلمانن، جن ڪين ڏسي ايمان آندو تن اصحابن سڀورن اسلام جي مٿان پنهنجو مال، وطن، گهر ٻار ۽ ساه گهور ڪيا ۽ دين جي دشمنن سان خدا ۽ رسول جي فرمان موجب اسلام جي بچاءَ لاءِ پوري پوري همدردي ڪئي ۽ سندن وصال ڪرڻ کان پوءِ سندس جانشين حضرت ابو بڪر صديـــق مسلمانن جو خليفةالمسلمين سان لقب وارو ٿيو، جنهن پاڻ ۽ پين مسلمانن، خلافت جي وقت ۾ اسلام جي همدردي پوري طرح ڪئي، تنهن کان پوءِ حضرت اميرالمؤمنين عمر فاروق جي وقت ۾ به . جيڪڏهن انهن خليفن ۽ مسلمانن جي اسلام لاءِ همدردي کي بيان ڪجي ته وقت گهٽو وڌو پوندو . اسلام جي بچاءَ ۽ مقامات مقدسه يعني مڪي ۽ مديني ۽ بلاد اسلامـــي کي بچائڻ لاءِ بني اميه، بني عباسيه خليفا، خدا ۽ رسول جي فرمـــان موجب پنهنجون جانيون، مال ۽ گهر ٻار قربان ڪندا آيا ۽ پنهنجي الله ۽ رسول کي راضي ڪندا اسلام جو اقتدار قـائم رکندا آيا، جڏهـن تاتاري ڪفارن بغداد تي ۽ مسلمانن جي خليفه معتصم بالله شهيد تي حملو ڪيو، تڏهن به مسلمانن اسلام جي اقتدار کي هڪ ڏينهن به خالي ڪـــرڻ نه ڇڏيو . مصر ۾ خليفه مقرر ڪري اسلام لاءِ پنهنجا ســـر صدقي ڪندا آيا . انهيءَ سلسلي جو ڳانڍاپو ۽ اسلام جي حمايت جو بار، سلاطين آل عثمان يعني ترڪن جي سر تي آيو ۽ انهي وقت سيني مسلمانن، علمائن ۽ مشائخن خليفةالمسلمين جي لقب سان ڪري سڏيو . انهن ترڪن دين جي لاءِ جيڪي عيسائين جون تڪليفون سٺيون آهن تن تي تاريخ جا ورق

شاهد آهن . اهو ئي خاندان آهي جو مقامات مقدسہ يعني مڪي معظم ۽ مديئہ منوره جي خدمت ۽ حفاظت ۽ عيسائين جي ناپاڪ شرارتن جو ، پنهنجي مال ۽ جان سان مقابلو ڪندا آيا آهن . آءٌ دعويٰ سان چوان ٿو تہ جيڪڏهن اهي سر فروش ۽ جانباز ترڪ، اسلام جي حفاظت لاءِ سر تريءَ تي رکي ڪوشش نہ ڪن ها تہ جيڪر اڄ اسلام جو نالو هڪ گذشتہ زماني جو افسانو ٿي وڃي ها . اوهان صاحبن کي اهو زمانو ياد هوندو جنهن وقت يورپ جي وڏي حصي تي اسلامي جهنڊو لهرون ڏيئي رهيو هو، اسلامي فتوحات جو سيلاب روز افزون ترقي ۾ هو . يورپي حڪومتون سلطنت اسلاميہ جي بحري ۽ بري قوت کان ڏڇندڙ ٿي ان جو رضامندو ، مسيح مصلوب جو رضامندو ، ۽ ان جو ناراضپو ، يسوع مسيح جو ناراضپو ، سمجهنديون هيون، ان وقت کانئن اهو اسلامي اوج سٺو نہ ويو ۽ سيني عيسائي حڪومتن گڏجي اسلام جي پاڙ پٽڻ ۽ روءِ زمين تي عيسائيت پکيڙڻ جو قسم کڻي، صليبي جهاد شروع ڪيو ، مگر خدا تعاليٰ جي مهرباني سان کين سواءِ ذلت ۽ شڪست جي ٻيو ڪجهہ حاصل نہ ٿيو ، هار ٿي هار کائيندا يون رهيون . آخر سلطان صلاح الدين مرحوم (ڪثرالله امثالہ) جي هٿان هڪ شاهي شڪست کائي ٻيش پوڻ کانسواءِ ٻيو چارو نہ ڏٺائون، جڏهن انهن ڏٺو تہ مرد ميدان ٿي جنگ ڪرڻ سان مسلمانن سان پچي نہ سگهنداسون، تڏهن اندروني سازش ڪرڻ ۽ دوستي جي پردي ۾ دشمني ڪرڻ کي پنهنجي ناپاڪ مقصد حاصل ڪرڻ جو ذريعو بڻايائون . جيئن تہ هن گذريل منحوس جنگ جي واقعات سان اوهان کي معلوم ٿي ويو هوندو تہ جيڪي ملڪ ، جنگ جي زماني ۾ اتحادي وڏي نہ سگهيا ، سي صلح جي زماني ۾ ڪهڙي نہ دغابازي سان ورتائون .

صاحبان! اوهان صاحبن کي ضرور هي خيال ٿيندو هوندو تہ آخر يورپ جو سازش ۽ شرارتن جو ڪهڙو ڪارڻ آهي . ترڪن عيسائين جو ڪهڙو گناه ڪيو آهي ، جو انهن سان اهڙو ظلم ڪرڻ ۾ اچي ٿو . ترڪن سان گڏ جرمني، آسٽريا ۽ بلغاريہ بہ اتحادين سان جنگ ڪئي،

اهو ڪهڙو خاص سبب آهي جو ترڪن جي دارالسلطنت قسطنطنيه تي قبضو ڪيو ويو هو ، مگر جرمن، آسٽريا ۽ بلغاريه جي گاديءَ جي هنڌن تي قبضو ڪرڻ ۾ نٿو اچي؟ انهيءَ بنسبت آءٌ مختصر لفظن ۾ فقط ايترو چوندس ته هڪ مذهبي تعصب ٻيو ملڪ گيري جي هوس! جيڪڏهن اوهان کي انهيءَ جي معلوم ڪرڻ جو شوق آهي ته مهرباني ڪري خود عيسائيءَ جي، الفاظ ۾ ان کي پڙهندا مگر ان کان اڳ ۾ يورپ جي هيٺين اصطلاحن کان واقف ٿي، ڪهڙي چڱي طرح دل تي رکندا ته آئينده اوهان کي اهڙن مضمونن جي سمجهه ۾ تڪليف نه ٿئي. جهڙي طرح يورپ ۾، اندر هڪڙي، ٻاهر ٻي، رکڻ کي، پاليسي سمجهيو ويندو آهي. اهڙي طرح ساده لوح مسلمانن کي حقيقت کان بي خبر رکڻ لاءِ، اسلام کي دنيا مان ڪيڏڻ، مسلمانن کي عيسائي بنائڻ ۽ اسلامي ملڪن کي ٽڪر ٽڪر ڪري ورهائي کڻڻ جو نالو مسئله شرقيه رکيو ويو آهي ، ڇو ته مسئله شرقيه جي بجاءِ، مسئله اسلاميه سڏڻ ۾ يورپ کي پنهنجي ناپاڪ مقصد حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ٿيڻ جو انديشو نظر اچي ٿو. ساڳي طرح يورپ جي ٽين اصطلاح به ياد رکڻ جي لائق آهي. يورپ ۾ ڪنهن به سرسبز زرخيز ملڪ کي جنهن ۾ تيل جا چشما، سون، چاندي، ٽامي، لوهه ۽ اگرن جون کاڻيون هونديون آهن، پنهنجي قبضي ۾ رکڻ ۽ اتي جي هنرن کي ضايع ڪرڻ ، ماڻهن کي بي دست و پاءِ بنائڻ ۽ ضروريات زندگي جي هر هڪ شيءِ ۾ يورپ جو محتاج رکڻ کي تهذيب جو نالو سڏيو ويندو آهي. پهريائين اخبارن جي رستي اتي جي حاڪم کي ظالم ۽ حڪمراني جي اصول کان غير واقف، مشهور ڪيو ويندو آهي، تنهن کان پوءِ اتي جي ماڻهن کي ريل ۽ تارن وجهڻ ۽ رستن ٺهرائڻ هنري ڪارخانا جاري ڪرڻ ۽ انهن کي دنيادار بنائڻ جا سرسبز باغ ڏيکاري دلفريب دلاسا ڏيئي پنهنجي قديم فرمانروا، کان بغاوت ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي ڪميٽي ارادي ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ هر هڪ انسانيت پاش، اخلاق سوز، ناجائز ڪوشش ڪئي،

تهذيب ۽ تمدن جي خدمت ڪري لڳو ويندو آهي ۽ ساري دنيا کي
آزادي جي ڪلمي پڙهائڻ جو ٺيڪو پنهنجي ذمي سمجهندو آهي. آزادي
به ڪهڙي؟ مذهب کان آزادي! ماءُ، پيءُ جي ادب کان آزادي!
اخلاق کان آزادي! عورت جي مرد کان آزادي! مسلمان حڪومت کان
آزادي! شرابخوري! جوابازي! رنڊي بازي جي آزادي وغيره وغيره!
غرض ته اهڙي طرح ملڪ کي پنهنجي جوع الارض جو لقمو تر، بنائڻ بعد
تهذيب جي پکيڙڻ جو ڪم هن طرح ڪيو ويندو آهي ته هڪ طرف ماڻهن
کي ولائتي نازڪ رنگين ۽ خوشنما ڪپڙن ڍڪڻ، خوراڪ ۾ بسڪوٽ،
ڪيڪ ۽ ڊبل روٽي وغيره جو دلداده ٿيڻ، نشست برخواست ۽ معاشرت
۾ يورپي نمونو اختيار ڪرڻ جو عادي بنايو ويندو آهي ته ٻئي طرف
انهيءَ ملڪ جي هنرن ۽ صنعتن کي فنا ڪرڻ، ڪاريگرن کي مارائڻ ۽
انهن جي بدران يورپي ڪارخانا جاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي
آهي. نتيجو اهو نڪرندو آهي ته قوم جو اصلي طبقو ملڪي شين تي غير
ملڪي شين کي ترجيح ڏيڻ ۽ عيش عشرت جي زندگي بسر ڪرڻ سبب
زندگي جي هرهڪ ضروري شين ۾ يورپ جو محتاج بڻجيو وڃي ۽ قوم جو
ادنيٰ طبقو هنرن ۽ ڪاريگرن جي تباهه ٿي وڃڻ سبب بک مرڻ لڳي ۽
لاچار ٿي، پري، مزدوري ۽ ڪولي جو ڪم اختيار ڪري. ڪارخانن
۽ ڪاٿن ۾ ٨–١٠ روپين جي عيوض غلام بڻجي وڃي. ملڪ جو پيسو
يورپ جي گهر ۾، ملڪي ماڻهو بک مرندا رهن، باقي يورپ مزا ماڻيندو
رهي. ملڪ جو نالو سو مهذب ۽ متمدن ملڪن ۾ داخل ٿيو باقي
ملڪي ماڻهن جي حالت غلامن کان به بدتر. خير! آمدم بر سر مطلب،
قسيس جولڪلارٽي، پنهنجي ڪتاب "مسئله مشرقيه" جي فصل ڏهين
صفحه ١٢٥ ۾ "اسين اسلام کي ڪهڙي طرح فنا ڪري سگهون ٿا" جي
سرخي سان لکي ٿو ته "آءٌ جو ڪجهه لکندس اهو فقط دنياءِ مسيحيت جي
فائدي جي غرض سان، جنهن جو ٻيو نالو دنياءِ متمدن آهي، جو نوع
انساني جي ترقي ۽ تهذيب لاءِ هر ممڪن قوت سان ڪوشش ڪري رهيو

آهي، ليڪن انهيءَ ڪوشش ڪي روڪيندڙ هڪ عظيم الشان مصيبت آهي، هڪ عظيم الشان مشڪل آهي، جنهن جو اندازو ڪري نٿو سگهان. اسان مسيحين تي فرض آهي ته انهي عظيم الشان مصيبت جا صدما سهون ۽ انهيءَ عظيم الشان مشڪل جي حل ڪرڻ جي تدبير ڪريون. انهيءَ عظيم الشان مصيبت ۽ مشڪل کي کولي سمجهائڻ لاءِ آءٌ پنهنجي سيني مذهبي ۽ روحاني قوتن کان ڪم وٺندس، ناظرين پڇندا ته اها ڪهڙي مصيبت ۽ ڪهڙو سيلاب آهي؟ آءٌ عرض ڪندس ته آءٌ جنهن مصيبت کان مراد وٺان ٿو اها اها مصيبت آهي، جنهن جو سيلاب دنياءِ مسيحيت کي فنا ڪرڻ جي ڌمڪي ڏيئي رهيو آهي، انهي سيلاب کي روڪڻ واسطي بُر نتائج ذريعن کان ڪم وٺڻ گهرجي، ذريعا فقط هي آهن تــه سيني عيسائين کي اتفاق ڪري، انهي مخالف قوت کي ناس ڪرڻ گهرجي. اها منهنجي راءِ نه آهي، بلڪه مون کان وڏا وڏا اهل قلم ۽ اهل دماغ به اها راءِ ظاهر ڪري چڪا آهن ۽ دنياءِ مسيحيت کي انهيءَ اچڻ واري مصيبت کان خبردار ڪري چڪا آهن. ناظرين! انهيءَ اچڻ واري مصيبت جو نالو "اسلام" آهي، جو قوت جو سر چشمه آهي، جو ترقي جو ذريعو آهي ۽ مسيحي تعليمات جي واسطي سد راه آهي. اوهان تـــي فرض آهي ته اسلام کي دنيا مان نابود ڪريو. اوهان تي فرض آهـي ته انهيءَ قوت کي ضعيف ۽ عاجز ڪري وجهو ۽ جيڪڏهن اوهان هي سوال ڪريو ته اهو ڪهڙي طرح ممڪن آهي ته آءٌ چوندس ته اتفاق سان! جيڪڏهن اسين سيئي عيسائي پاڻ ۾ اتفاق ڪري ملي وڃون ته هن ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اسين مسيحيت جي دشمنن تي غالب ٿي وينداسين! اسلام کي ننڍڙو ڪري نه سمجهو! ان کي ڪمزور نه ڄاڻو، اسلام ۽ مسلمان سڄي يورپ جي واسطي خطره جو باعث آهن، جيڪڏهن مسلمانن ڪجهه به طاقت ورتي ته عيسائيت کي ستائڻ، انهن جي واسطي نهايت آسان ٿيندو. مان جيتري قدر سمجهان ٿو ته اوهين اسين جي فاتح مسلمانن کان نا واقف نه هوندا، اوهين انهن عابد زاهد مجاهدن جي نالن

ڪان بيخبر نہ هوندا، جن جي روشني ڪوہ برهنہ جي دامن مان چمڪي رهي هئي ۽ جنهن هڪ دنيا کي زير و زبر ڪري ڇڏيو. خيالات ۾ تحقير پيدا ڪري وڌي ۽ دنيا ۾ مسيحيت جي ترقي واسطي ڪو بہ ميدان نہ ڇڏيو، انهيءَ جي ڪاميابي جو سبب اهو نئين ڍنگ جو ڪتاب آهي، جو انهيءَ عظيم الشان شخص، پاڻ سان آندو جنهن کي محمد (صلي الله عليہ وسلم) چون ٿا. اوهان هن ڪان غير واقف نہ هوندا تہ جيڪڏهن مسلمانن جي پاڻ ۾ اڻ بڻت ۽ بي اتفاقي نہ هجي ها ۽ اسين عيسائي انهن جي مقابلي ۾ پاڻ ۾ ملي نہ ويون ها، ۽ پطرس رسول جي برڪت نہ ٿئي ها تہ جيڪر انهيءَ باغي جماعت تي ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيون ها، پر ياد رکو! انهن بزرگن جا جانشين ۽ انهن ڏاڏن جا پوٽا اڃا تائين زندہ آهن ۽ اهي اسان کي موت جي ڌمڪي ڏيئي رهيا آهن، انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسين انهن کي برباد نہ ڪنداسين تہ خدا جو قسم اسين خود برباد ٿي وينداسين، اسان تي فرض آهي تہ انهن کي منتشر ۽ پراڪندہ ڪريون، اسان تي فرض آهي تہ انهن جي مال، دولت، ڪنوارين ڇوڪرين ۽ عورتن تي قبضو ڪريون، تنهن ڪان پوءِ انهن کي عيسائي بنائڻ لاءِ هڪ پيرو ڪوشش ڪريون. اوهين ڪوشش ڪري انهن جي قرآن کي دنيا مان ناس ڪري ڇڏيو! قرآن کي انهن جي هٿن مان ڪسي وٺو. خدا جو قسم آءٌ ڪو بہ اهڙو ڪتاب نٿو ڏسان جنهن جي جهنڊي جي هيٺان ايترا گهڻا ماڻهو جمع هجن ۽ جنهن کي ماڻهن جي دلين تي ايتري قدر حڪومت حاصل هجي. انهي ڪري اوهان تي فرض آهي تہ مسئلہ مشرقہ جو خاتمو ڪري ڇڏيو. ڏسجو انهيءَ ۾ سستي ۽ تغافل هرگز نہ ڪجو، اسلامي ملڪن ۾ قومي ۽ مذهبي تفرقا نهايت گهڻا آهن ۽ هي ڪم نٿو چائي تہ اهو ملڪ جو قومي مذهبي تفرقن ۾ مبتلا آهي، انهيءَ تي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڪيتري قدر آسان آهي. ڏسو اهو موقعو هٿان وڃڻ نہ ڏجو! مسيحي سلطنتن مان هرهڪ جو فرض آهي تہ اسلامي ملڪن جو هڪ هڪ ٽڪر ورهائي کڻن ۽ انهي تي قابض ٿي وڃن.

ٽيونس ۽ الجيريا تي فرانس قبضو ڪري چڪو آهي، هالونو فرانس
جو وزير، صاف طرح چئي رهيو آهي ته انهن مسلمانن کي عيسائي
بڻائڻ اسان جي واسطي مشڪل نه آهي، ۽ اهائي ڳالهه آهي جنهن
کي اسين ڳولهيون ٿا! انگلستان جي ماتحت هندستان ۾ مسلمانن جو
تعداد گهڻو آهي. لارڊ ڪرومر (وزير انگلستان) پنهنجي تقرير جيڪا
لنڊن جي هائوس آف لارڊز ۾ ڪئي هئي، بيان ڪيو ته مسلمانن
کي پنهنجي مذهب سان جيتري قدر محبت ۽ عقيدت آهي، اها ڏسي
آءٌ حيران ٿي ويس، اسان تيستائين انهن کي مسيحيت جو اصطباغ
ڏيئي نٿا سگهون، جيستائين اسان انهن جي ڪتاب آسماني، يعني
قرآن کي انهن جي هٿ مان ڪسي پرزا پرزا نه ڪري ڇڏيون.
مان سمجهان ٿو ته اوهان هن کي وساريو نه هوندو ته اسان انهن کي
يورپ مان ڪيڏي ڇڏيو آهي! هاڻي اسين انهن کي افريقه (مصر)
مان ڪيڍڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته اسين انهن کي فقط
ايشيا ۾ بند ڪري سگهون. انهيءَ وقت بلقاني رياستون انهن تي
حملو آور ٿينديون ۽ پنهنجي ملڪ مان انهن کي ڪيڏي ڇڏينديون
۽ انهيءَ وقت مڪي ۽ مديني کان سواءِ ٻيو ڪو به شهر انهن جي
قبضي ۾ نه رهندو ۽ مون کي پڪو يقين آهي ته زمانو اوهان کي
انهن ٻنهي شهرن تي به قبضو ڏيارڻ جو ضامن آهي. هي به ياد
رکو ته دولت عثمانيه اوهان جي سڀ کان وڏي دشمن آهي. اوهين
انهن جي گذشته سلاطين کان واقف هوندا، جن اوهان کي فنا ڪرڻ
گهريو هو، انهي ڪري اوهان جو فرض اولين هي آهي ته پنهنجي
کير پياڪ ٻارن تائين سڀني جي دلين ۾ انهي قوم کان نفرت پيدا
ڪريو! جا جيڪڏهن قوت وٺي وٺي ته اوهان کي نابود ڪري
ڇڏيندي. آخر ۾ آءٌ پطرس رسول جو حڪم ٻڌايان ٿو: مسيح
انهيءَ واسطي آيو هو ته پنهنجي تعليمات کي دنيا ۾ عام ڪري،
سواءِ هن جي ته ڪو به هن جي مزاحمت ڪري، انهيءَ جو مطلب

هي آهي تہ اسين مذهبي دعوت کي سياسي صورت ۾ ظاهر ڪريون، تا تہ ساڻهو غافل رهن ۽ هلال جسي روشني رفتہ رفتہ جهڪي ٿسي وڃي، ان جي جاءِ تي صليب نمودار ٿئي". (زميندار جلد ٣ ص ١٣)

معزز دوستو! مٿين مضمون مان اوهان صاحبن کي قرآن شريف جي نابود ڪرڻ ۽ مسلمانن کي زوريءَ عيسائي بنائڻ ۽ انهن جي مال، دولت، معصوم نياڻين ۽ عورتن تي قبضو ڪرڻ ۽ اسلامي ملڪن کي ٽڪر ٽڪر ڪري ورهائي کڻڻ بابت يورپ جي پراڻن منصوبن جي حقيقت روشن ٿي چڪي ۽ ان مان صاف طرح هي معلوم ٿيو تہ اهي منصوبا رکيو پاڪول پادرين جا نہ آهن بلڪ لارڊ ڪروسر، وزير انگلستان، هندستان جي مسلمانن کي عيسائي بنائڻ لاءِ مسلمانن کان قرآن ڪريم کسي ان کي پرزا پرزا ڪرڻ ٿو گهري. ساڳي طرح هانولو، وزير فرانس، جنهن پيرس جي عجائب خانہ تي "لوفر" نالي کي خالي ڪري ڪعبہ جي شڪل ۾ آڻڻ ۽ مڪہ مبارڪ مان حجر اسود کي اتي منتقل ڪرڻ ۽ ان کي حج جو مرڪز بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي هئي، تيونس، الجيريا جي مسلمانن کي عيسائي بنائڻ آسان سمجهي، پنهنجي دلي تمنا ظاهر ٿو ڪري ۽ انگريزي قوم جو وزير اعظم، گيلڊ سٽون چوي ٿو تہ "هي ڪتاب (قرآن حڪيم) مسلمانن جي هٿن مان کسي ساڙي ڇڏڻ گهرجي، اهو ڪتاب جيستائين مسلمانن جي هٿ ۾ رهندو تيستائين يقيناً اهي بد بخت سيني ترقين ۽ سڌارن جا مخالف ۽ عيسائيت جا دشمن رهندا".

ساڳيو مسٽر گيلڊ سٽون چوي ٿو تہ دنيا ۾ جيستائين قرآن نالي ڪتاب موجود آهي، تيستائين وحشت جي پاڙ پٽڻ لاءِ ڪابہ تدبير ڪارگر ٿي نٿي سگهي. (الهلال ٤ جولائي ١٩١٣ جلد ٣ نمبر ٢)

مٿين مسٽر جي نظر ۾ اسلام هڪ وحشت آهي، جنهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ قرآن ڪريم جو نابود ڪرڻ ضروري آهي. لارڊ ڪچنر، جا

ڏل آزار ڳالهه، ڪعبة الله شريف متعلق اوهان ڪان وسري نه وئي هوندا. لارڊ ڪرزن، لارڊ رابرٽ سيسل ۽ لارڊ برائيس جو تعصب اوهان کي ياد هوندو. مسٽر ايلوڪنٽ اڪوٿي وزير اعظم انگلستان، جون ڦيريون گهيريون اوهان کي معلوم آهن. مسٽر لائيڊ جارج موجوده وزير اعظم برطانيه، جو لارڊ ايلنبي کي آخري مذهبي جنگ جو فاتح سڏڻ ۽ گذريل مارچ ۾ نئين سال جي شروعات ۾ رعايائي انگلستان کي نياپو موڪلڻ، ته دنيا ۾ امن، عيسائيت قبول ڪرڻ سان ٿي سگهندو. اهو مذهبي جنون جو پڌرو ثبوت آهي. ڇا انهن واقعن هوندي ڪو چئي سگهندو ته انگلستان ۾ اسلام جي برخلاف جوش خروش رڳو مذهبي حلقن ۾ آهي؟ هرگز نه! اسلام ڪشي جو خيال سياسي حلقن ۾موجود آهي، مگر اهي بقول جول ڪلارڪي ۽ پطرس رسول جي زرين حڪم موجب، مسلمانن کي غافل رکڻ لاءِ مذهبي دعوت کي سياسي رنگ ۾ ظاهر ڪن ٿا. جهڙي طرح هن منحوس جنگ ثابت ڪري ڏيکاريو. اوائل ۾ ملڪي جنگ ظاهر ڪري، مسلمانن کان جاني مالي مددون حاصل ڪري، پوءِ ان کي مذهبي صليبي جنگ سڏڻ ۽ اسلامي ملڪن ۽ پاڪ جاين تي دست درازي ڪرڻ، صاف طرح قرآن شريف جي هن آيت جي تصديق ٿو ڪري "و لن ترضيٰ عنک اليهود ولا النصاريٰ حتيٰ تتبع ملتهم". يعني يهود ۽ نصاريٰ تيستائين اوهان کان هرگز راضي نه ٿيندا جيستائين اوهين انهن جو دين قبول نه ڪندؤ. ترڪن کي هن جنگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪهڙا سبب هئا، اهي ڊيگهه جي خوف ۽ وقت جي تنگيءَ سبب بيان ڪري نٿا سگهجن. جول ڪلارڪي جي مٿئين مضمون مان اوهان کي معلوم ٿي ويو هوندو ته اسلام جي پاڙ پٽڻ ۽ قرآن شريف جي نابود ڪرڻ لاءِ، سلطنت عثمانيه کي برباد ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو. ڇاڪاڻ ته سلطنت عثمانيه جي موجودگي ۾ يورپ جا ملعون مقصد حاصل ٿيڻ مشڪل هئا. جيئن ته هڪ انگريزي اخبار "گرينڪ" نالي، مسئله مشرقيه تي پنهنجا خيال ظاهر ڪندي آخر ۾ لکي ٿو ته ترڪن کان نجات حاصل

ڪري ته هر چيز ٽڪ ٽي ويندي. (الهلال ٦ آگسٽ ١٩١٣ع جلد ٣ صفحه ١١٣)

ترڪي سلطنت وانگر ايران ۽ افغانستان به اسلامي حڪومتون هيون ۽ اهي به قرآن حڪيم جي تباهي اکين سان ڏسڻ نه گهرن ها، مگر يورپ جي، ترڪي سلطنت تي خاص طرح نظر رهڻ جو سبب هي آهي ته انهيءَ خاندان کي خلافت جي عزت حاصل آهي. ازان سواءِ اهو نسي خاندان آهي، جو يورپ جي مقابلي جي طاقت رکي ٿو. ٢ جولاءِ ١٩١٣ع جي ٽائمز آف انڊيا ۾ ڪرنيل ييٽ، جنگ بلقان جي ختم ٿيڻ تي مضمون لکندي آخر ۾ لکي ٿو ته "ترڪن جي سلطنت ۽ ايران جي حڪومت جي بالڪل ختم ٿي وڃڻ بعد جيستائين ٣٠ لک مسلمان هيئن نه چون ته امير افغانستان اسان جو خليفه ۽ پيشوا نه آهي، تيستائين انهن جي حڪومت کي قائم رهڻ ڏجي". (الهلال ١٣ جولاءِ ١٩١٣ع جلد ٣ صفحه ٧١)

هن مان ظاهر ٿيو ته يورپ جي، خلافت سان جنگ آهي ۽ خدا نخواسته ترڪي سلطنت ۽ ايراني حڪومت جي تباهيءَ سان گڏ، اتي کو به مسلمان ڏسڻ نٿو گهري ۽ انهيءَ کان پوءِ روءِ زمين تي جيڪي ٣٠ لک مسلمان بچن، سي به جيڪڏهن امير افغانستان کي پنهنجو خليفه ۽ پيشوا ڪري مڃن ته پوءِ انهن جي به صفائي ڪري ڇڏجي. هن مان هي ڳالهه به معلوم ٿي ته (خاڪش بدهن) ترڪي سلطنت ۽ ايراني حڪومت جي بالڪل ختم ٿي وڃڻ بعد افغانستان جي ٣٠ لک مسلمانن کان سواءِ ٻيو ڪو به مسلمان نه رهندو، نه هندستان ۾ نه ڪنهن ٻئي هنڌ. هن منحوس جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ صلح جي وقت ۾ انگريزن جو ترڪن سان ڪهڙو سلوڪ رهيو؟ اهو اوهان صاحبن کان مخفي نه آهي. غزوه طرابلس جي شروعات ۾ انگريزن، بي طرفيءَ جو اعلان ڪيو، مگر عملي حالت هي هئي جو اٽليءَ وارن کي بار برداري واسطي اٺن ۽ خچرن جي ضرورت پئي ته جزيره عدن مان ضرورت پوري ڪئي وئي،

ليڪن ترڪن جي امداد واسطي جڏهن مرحوم نيازي بي طرابلس الغرب جي قصد سان ويس بدلائي مصر ۾ پهتو ، ته انگريزن جي بي طرفي جي دعوي، ان کي نظربندي ۾ وڌي قسطنطنيه ڏانهن واپس ڪري ڇڏيو ، ترڪي جنگي جهاز حميديه ڪجهه پورا بندرگاه سعيد ۽ اسڪندريه جا چڪر لڳايا هئا جتي ان لاءِ ڪوئلن جو ذخيرو گڏ ڪيو ويو ، بي طرفي ان جي مخالفت ڪئي ۽ اهو سلسلو بند ڪيو ويو ، مگر يوناني ٻيڙي ١٨ اپريل ١٩١٣ع جي جڏهن سويز جو چڪر لڳايو تڏهن پورٽ سعيد ۾ ان جي واسطي ڪوئلن جي فراهمي، پوليس جي امداد ۽ اعانت طرفداري نه سمجهي وئي .

ترڪن هندستان ۾ غدر جي وقت انگريزن کي مصر مان لشڪر لنگهائڻ جي موڪل ڏني، سلطان المعظم، بحيثيت خليفةالمسلمين، سلطان ٽيپو ۽ سرحدي سائين کي انگريزن جي مخالفت بند ڪرڻ جو حڪم ڏني انگريزن جي جان بچائي، مگر ان جي عيوض انگريزن، ترڪن کي مصر سان، جو سندن ملڪ هو، لشڪر لنگهائڻ جي روڪ ڪئي . طرابلس ۾ مسلمانن مردن، عورتن ۽ ٻارن سان جيڪي ظلم ٿيا آهن ، ان تي انگريزن جي رڳ انسانيت کي، ڪو جوش ڪونه آيو . مگر جڏهن بهادر ترڪ طرابلس سان اٽليءَ وارن کي ننڍي هٽائي اڳتي وڌڻ لڳا، تڏهن انگريزن ترڪن کي صلح ڪرڻ لاءِ زور رکيو ، جڏهن انهن قبول نه ڪيو، تڏهن انگريزن پنهنجي جنگي جهازن جي نمائش ڪري ڌمڪي ڏيئي، ترڪن کي صلح ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو . جنگ بلقان کان ٿورو اڳي ترڪن کي غافل رکڻ لاءِ يورپ اعلان ڪيو ته مسئله بلقان بابت جنگ نه لڳندي مگر پوءِ يورپ هي عذر ڪيو ته اسان جنگ کي روڪڻ گهريو مگر بلقاني رياستون راضي نه هيون . ڇا ڪو به معمولي عقل وارو آدمي هي فرض ڪري سگهي ٿو ته هڪ ڇوٽي رياست دول يورپ جي ڪنهن به هڪ مشوري کي، نا منظور ڪري ٿي سگهي؟ بهر نوع

اعلان جنگ ٿيو، ان کان پوءِ سنت ئي موسيو پوانيڪر وزير خارجه فرانس جي تجويز ۽ روس ۽ انگلستان جي اتفاق سان، هي اعلان ڪيو ويو ته خواه نتيجو ڪهڙو به نڪري مگر فتحياب ڪي پنهنجي ملڪ وڌيڪ زمين ڳنڍڻ جو حق نه رهندو، يا ٻين لفظن ۾ ڏرين جي ملڪ ۾ جاگرافيه تغير نه ٿيندو. اهو اعلان هن ڪري ڪرڻ ۾ آيو ته يورپ کي خيال هو ته جنهن وقت بهادر ترڪي فوج، پنهنجي پايه تخت کان هلندي ته سڌو صوفيه جي پايه تخت بلغاريه ۾ هلي دم ڪندي، ڪين معلوم هو ته يوناني فوج جڏهن ان سان جنگ ڪندڙ هئي تڏهن ان جو ڪهڙو حشر ٿيو هوندو. پر فتح ۽ شڪست جي تقسيم بالڪل خلاف اميد هئي. هوا جو مزاج بدلجڻ ڏسي خيالات جو رخ به بدلجي ويو. سڀ کان اول ۾ اخبارن هي سوال ڪيو، بلقانين کي انهيءَ فتح جي فائدن کان نفعو وٺڻ جو موقعو ڏنو وڃي. جنهن واسطي ان جون فوجون ڪم آيون آهن. اعلان جنگ کي اڃا اڌ مهينو به نه گذريو هو ته روس سان هي آواز بلند ٿيو ته ”نهايت بي انصافي ٿيندي، جيڪڏهن بلقاني رياستن کي فتوحات کان فائدي وٺڻ جو موقعو نه ڏنو وڃي جنهن واسطي انهن پنهنجون عزيز جانيون ڏنيون آهن“. انهن جو پڙ آواز انگلستان سان آيو، مسٽر اسڪئنٿ وزير انگلستان ۽ موسيو پوانيڪر وزير فرانس اهو ئي چوڻ لڳا جو روس چئي رهيو هو. جارج موجوده وزير اعظم انگلستان ۽ مسٽر ماسٽرين وزير مالي شهنزم، بلقاني رياستن جي واسطي هڪ انجمن قائم ڪئي هئي، جنهن جا ميمبر پارليمينٽ جا ميمبر هئا. انهيءَ انجمن جي ميمبرن چيو ته بلقاني، انهيءَ جنگ ۾ حق بجانب آهن، تنهن ڪري ڪين ضرور آزاد ڪيو وڃي. فيصلو ٿيو ته پبلڪ ۾ عام طور جوش پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ عام جلسو ڪيو وڃي. مسٽر ناڪل مڪائن ميمبر پارليمينٽ برطانيه صوفيا، پايه تخت بلغاريه ۾ ويو ۽ اعلان ڪيائين ته ” سڄي انگريزي قوم کي بلقان سان هن جنگ ۾ به پوري همدردي آهي ۽ گهڻائي انگريز والنٽير طور ميدان جنگ ۾ اچڻ وارا آهن“.

برادران اسلام ! ڇا هن کان پوءِ اوهان صاحب اهو خيال ڪري
سگهو ٿا ته ترڪي خواه مخواه انگريز سان جنگ ڪئي ۽ رڳو جرمني
جي شورش تي پيش قدمي ڪئي. مسلمانو! يقين ڪريو ته توڻي اوهين
اسلام کان غافل ٿي وڃو، مگر عيسائيت ڪڏهن به اوهان کان غافل نه
رهندي، اوهين عيساين جون لن ترانيون وساري ڇڏيو، مگر اهي
اوهان جون بي خياليون نه وساريندا. اوهان جا زخم ڇٽي وڃن، مگر
توهان جون خرچ لڳايل چوڪون‌هي هميشه تازيون رکندا. ايران، طرابلس
۾ عيساين جي خونريزي، غارتگري ۽ عصمت دري اوهان کان وسري
وڃي، مگر عيسائي، فلسطين، شام ۽ مقدونيه کي نه وساريندا. اوهين
اندلس، طرابلس جون ڊاٺل مسجدون وساري ڇڏيو، مگر عيسائي هميشه
جامع ايا صوفيه ۽ بيت‌المقدس کي ياد رکندا. اي عزيزان ملت! توهان
کي معلوم آهي ته اندلس جي مسلمانن جي ڪهڙي حالت ٿي؟ اوهان
کي معلوم آهي ته ڪهڙي طرح مسجدون ڊاٺيون ويون؟ مسلمان زوري
عيسائي ڪيا ويا ۽ جيڪي عيسائي نه ٿيا، اهي جلايا ويا. هي سچ
آهي ته اوهان سان اڃا تائين اهو سلوڪ نه ٿيو آهي، مگر توهان کي
ڪهڙي طرح تسلي ڏني وئي آهي ته جڏهن توهان جي سياسي هستي جو
بالڪل خاتمو ٿي ويندو، ۽ دنيا ۾ آزاد اسلامي سلطنت نه رهندي،
تڏهن ان وقت اهڙا ماڻهو پيدا نه ٿيندا، جي مسٽر گلڊسٽون ۽ ڪرنل
بيسٽ جي حڪم جي تعميل ڪن. حضرات! اوهان صاحبن کي خاص
حالتن سان چڱي طرح معلوم ٿي ويو هوندو ته اسلام جي تباهي جو ٺيڪو
رڳو انگلستان کنيو آهي، ڇاڪاڻ ته فرانس ۽ اٽلي، ترڪن کي قسطنطنيه
سان ڪڍڻ نٿا گهرن ۽ نڪي ترڪي يا ايشيا ڪوچڪ جي‌ڪنهن ڀاڱي
جا طلبگار آهن، جيئن ته پيرس جي اخبار ٽيمس لکي ٿي ته فرانسيسي،
ترڪن کي قسطنطنيه سان ڪڍڻ نٿا گهرن، جو انهن کي ترڪيءَ يا
ايشيا ڪوچڪ جو ڪو به حصو مطلوب نه آهي. سوورينمٽي پنهنجي
تقرير ۾ چيو ته اٽلي ترڪن کي قسطنطنيه ۾ رکڻ جو زبردست حامي

آهي ۽ اهو ترڪي يا ايشيا ڪوچڪ جو ڪو به حصو وٺڻ نٿو گهري ،
انگريزن سان ترڪن وانگر جرمن، آسٽريا ۽ بلغاريه به جنگ ڪئي هئي ،
مگر نه انهن جي تختگاهن تي قبضو ڪيو ويو هو ۽ نڪي انهن جي
شهزادن ۽ پارليمينٽ جي ميمبرن کي گرفتار ڪيو ويو هو ۽ نڪي انهنجي
مذهب جي پيشوائن کي جلاوطن ڪيو ويو هو ۽ نڪي انهن جي عبادت
گاهن بابت ڪو پهه پچايو ويو هو ، ڇو ته اهي عيسائي آهن . باقي
مظلوم ترڪن کان سندن دارالخلافت کسيو ويو هو ، انهن جي شهزادن
۽ پارليمينٽ جي ميمبرن کي ستر جيتري تعداد ۾ گرفتار ڪيو ويو هو .
شيخ الاسلام کي جلاوطن ڪري مالٽا ۾ موڪليو ويو هو ، جامع اياصوفيه
کي، جا پنجن سون ورهين کان مسلمانن جي عبادتگاه رهي آهي، تنهن
کي ديول بنائڻ جو منصوبو ٿيو ، ڇاڪاڻ ته اهي مسلمان آهن . يورپ
۾ مسلمانن سان انصاف ڪرڻ جو جيڪو دستور آهي ان بابت هڪ منصف
مزاج انگريز جو خود پارليمينٽ جو ميمبر آهي ، تنهنجو قول نقل ڪريان
ٿو، مسٽر سائڪس پارليمينٽ ۾ اعلان ڪيو آهي ته مسلمانن سان انصاف
ڪرڻ جا يورپ ۾ ٻن مختلف قسمن جا قانون هلندڙ آهن، هڪ اهو قانون
وقاهي، جو مسلمان مدعي جي خلاف عيسائي مدعاعليه جي حق ۾ فيصل
ٿئي ٿو . ٻيو اهو قانون جو عيسائي مدعي جي فائدي ۾ مسلمان مدعاعليه
جي خلاف عمل ۾ ايندو آهي . ( الهلال صفحه ٧٢، جلد ٣، ٢٣ جولاءِ
١٩١٣ع ) .

اخوان ملت ! يورپ جي چالبازين ۽ ڊپلوميسي تي گهٽا ڏينهن لڳا،
گهڻوئي وقت خوشنما وعدن ۽ دلفريب دلاسن جي امد تي ويو .
آزمائي کي جو آزمائي سو ڏوڙ منهن ۾ پائي . مڪه مڪرمه، مدينه
طيبه، تثلش جي زير اثر ٿي چڪو آهي . بصره، بغداد، ڪاظمين شريفين
نجف اشرف، ڪربلا معليٰ تي صليب جو جهنڊو لهرون ڏئي رهيو آهي .
بيت المقدس تان توحيد جو سايو ڪم ٿي ويو. اسلامي ملڪن دارالخلافت

قسطنطنيہ تي ڪافرن جو قبضو ٿي چڪو آهي . شيخ الاسلام مالٽا ۾ جلاوطن ڪيو ويو ، ٧٠ ستر کان زياده شهزاده ۽ شاهي خاندان جا ماڻهو گرفتار آهن ، ٽيرهن سون ورهين جي اسلامي تاريخ جي يادگار خلافت، ميٽجڻ تي آهي، خليفةالمسلمين محصور آهي . ڇا اڃا انهن کان بہ زياده اسلامي تباهي جي منظر ڏسڻ جا منتظر آهيو ؟ آه ! اوهان جي بيحسي تي، آه و بڪا اوهان جي غفلت شعاري تي . ڇا انهيءَ حال سان اوهين مسلمان سڏائڻ جا حقدار آهيو ، ڇا انهيءَ حال سان اوهان خدا ۽ رسول وٽ سرخرو ٿيندا . افسوس! "عار دارد کفر از ايمان ما ".

ڀائرو ! هن وقت شرع شريف جي حڪم موجب پاڪ جاين کي ڪفر جي چنبي کان بچائڻ ۽ خليفة المسلمين جو دنيوي اقتدار قائم رکڻ ۽ مظلوم ڀائرن جي مدد ڪرڻ، اسانتي فرض آهي . اسان هن بنسبت پنهنجي مذهبي جذبات ۽ شرعي مطالبات کان سرڪار کي وقت بوقت جلسن جي رستي، تارن جي رستي ۽ وفدن جي رستي، آگاه ڪري چڪا آهيون، تہ جيڪڏهن فيصلو اسان جي مذهب جي برخلاف ٿيو تہ پوءِ اسين مذهبي حڪمن موجب وفادار رهي نہ سگهنداسين، پر هن وقت تائين ڪو خاطر خواه نتيجو ڪونہ نڪتو آهي ۽ نڪي اُميد ٿي آهي . مولانا محمد علي صاحب خلافت جي وفد جي ياران سميت ڇوٽاني صاحب کي جيڪو خط تاريخ ٢٥ مارچ ١٩٢٠ع لنڊن مان موڪليو آهي، تنهن ۾ لکيو اٿس تہ لارڊ جارج وزير اعظم جو وفد کي ڏنل جواب نہ رڳو مايوس ڪندڙ آهي، پر سندس جواب ۾ ڪيترو ئي ڪوڙ ڀريل آهي . غرض تہ اُٺندو اها ئي، جا ڪوري جي هٿ ۾ هوندي . انهي ڪري اوهان کي صاف طرح خدائي حڪم پڌائجي ٿو تہ اهڙي صورت ۾ اوهان تي جهاد فرض آهي، مگر جڏهن تہ اوهان وٽ هٿيار پنهوار ۽ ٻيا ضروري اسباب موجود نہ آهن، انهيءَ ڪري ٿي ڪنهن اسلامي ملڪ ۾ هجرت ڪري وڃڻ کانسواءِ ايمان جي بچاءَ جو ٻيو ڪو رستو ڪونہ آهي . خدا جو شڪر آهي جو سخت پريشاني جي وقت ۾ امير افغانستان غازي امان الله

خان خلدالله ملڪہ و سلطنتہ هندستان مان هجرت ڪري و يندڙن مسلمانن کي پنهنجي خداداد وسيع سلطنت ۾ هر طرح مالي ۽ جاني مدد ڪرڻ جو وعدو فرمايو آهي. اُميد تہ جيڪي صاحب جهاد جي طاقت نٿا رکن ۽ ايمان بچائڻ ۽ خدا تعاليٰ جي خوشنودي حاصل ڪرڻ واسطي هجرت فرض ٿا سمجهن، سي پاڻ ۾ ملي گورنمينٽ کي درخواست ڪندا تہ افغانستان ۾ هجرت ڪري وڃڻ لاءِ رستي ۾ ڪو روڪ نہ ڪري ۽ اهڙي پاس ملي ، ۽ جيستائين اهڙو ڪو بندوبست ٿئي تيستائين ڪو بہ مسلمان سرڪار کي ڪابہ مدد نہ ڏئي . نڪو ماڻهو فوج ۾ ڀرتي ٿئي، نڪو نوڪري ڪري ، نڪو چندو ڏئي يا قرض ڏئي ، نہ انهن جي ڪورٽن ۾ فرياد ڪري . جيڪڏهن پاڻ ۾ خدانخواستہ ڪو تڪرار ٿي پوي تہ ان ڪان درگذر ڪري ڇڏجي، نہ تہ شريعت موجب ان جو فيصلو ڪنهن مولوي ۽ عالم ڪان ڪرائي . غرض تہ سرڪار سان سمورا تعلق ٽوڙي ڇڏجن ۽ پنهنجا سڀيئي تعلق خدا ۽ رسول صلي الله عليه وسلم سان قائم ڪجن . و آخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين ، والصلواة والسلام عليٰ سيدالمرسلين .



# قدردانوں کے لئے خوشخبری

بر صغیر کے نامور کیمیادان روحانی استاد حضرت علامہ روحی رح کی ذاتی قلمی بیاضوں سے حضرت حکیم جان محمد مرحوم نے اپنے ذاتی تجربوں پر مبنی نسخہ جات اخذ کئے ہیں ۔ اور مجرب نسخہ جات پر ایک مستقل بیاض لکھی ہے جس میں کشتوں اور علم کیمیا کے نادر اور مخفی نسخے جمع کئے ہیں ۔ مرحوم حکیم جان محمد کے لائق فرزند جناب غلام محمد صاحب چشتی یونانی طب کے ان صدری رازوں کو مشتاقان علم کشتہ جات و علم کیمیا کے لئے آئیندہ سے ماھنامہ ''الصادق'' میں مذکورہ بیاض قسط وار شائع فرمائینگے۔

مولانا محمد صادق

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# عام اطلاع

جيڪڏهن ڪنهن به صاحب وٽ قلمي قرآن پاڪ، قديم زماني جا قلمي ڪتاب يا اڻ لڀ سڪا هجن ته انهن کان معقول قيمت تي خريد ڪيا ويندا. انهي لاءِ هيٺين پتي تي پوسٽ رستي يا روبرو رابطو رکن.

## عبدالغفار شيخ سينيئر انجنيئر گيس ٽربائن پاور اسٽيشن واپڊا ڪوٽڙي ضلعو دادو سنڌ

نوٽ: ڪتابن جو گهڻو ذخيرو هجڻ جي صورت ۾ هلي اچي به ڏسڻ لاءِ تيار آهيون، اهڙو تفصيل خط ۾ ڄاڻائڻ بهتر ٿيندو.

يا ٽيليفون نمبر ٢٦٠١٥ تي لهه و چڙ ۾ ايندا

جناب محمود شاهه

# حضرت امروٽي رحه ۽ آزادي جون تحريڪون

مولانا امروٽي رحه آزاديءَ جي سڀني تحريڪن ۾ اڳرو هو، سنڌ ۾ هو آزاديءَ جو علمبردار هو. سنڌي عوام ۾ آزاديءَ جو روح ڦوڪيائين. آزاديءَ خاطر ، جهاد جي تبليغ لاءِ پوري بر صغير جو سفر ڪيائين . ڪلڪتي ۾ جڏهن جمعيت علماء هند جي ڪانفرنس ٿي، تڏهن مولانا صاحب کي صدر منتخب ڪيو ويو . (١) بزرگ امروٽيءَ جي دور اس نظر، انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ جو هڪ ڪارگر ۽ بہ اهسن طريقو ڳولي لڌو ، جنهن کي ”ترڪ موالات“ جي نالي سان سڏيائون ۽ ان کي پوءِ ”عدم تعاون“ ۽ ”نان ڪو آپريشن“ جي نالن سان پڻ سڏيائون . امروٽي صاحب جي اها تجويز ، ڪانگريس جي هاءِ ڪمانڊ پڻ قبول ڪئي ۽ مهاتما گانڌيءَ جهڙي شخصيت جي دماغ تي بہ اثر وڌائين.(٢) ان تجويز جي معنيٰ هئي، انگريز سرڪار سان ڪنهن بہ ڪم ۾ تعاون ۽ شرڪت نہ ڪئي وڃي . سرڪاري ملازم، انگريزن جي ملازمت ڇڏي ڏين، مسلمان فوجي، فوج سان نڪري اچن، ڍلون ڏيندڙ، ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪن، لقبن ۽ خطابن وارا، انگريزن وٽان مليل اعزاز ، واپس موٽائي ڇڏنا ڪن، وغيره . (٣)

---

(١) روزنامہ الوحيد ”سنڌ آزاد نمبر“ جون ١٩٣٦ع، ص ٣٢

(٢) ماهنامہ نئين زندگي، ماه آگسٽ ١٩٦٨ع، ص ٢٨

(٣) پير علي محمد راشدي، اُهي ڏينهن، اُهي شينهن، جلد پهريون ڇاپو ٢، سال ١٩٧٤ع، ص ١٩٤

ساڳيءَ تحريڪ جو پرچار، مولانا امروٽيءَ، جيڪب آباد واري جلسهء خلافت ۾ به ڪيو هو ۽ رئيس جان محمد جوڻيجي، لاڙڪاڻويءَ اُن تي ڀرپور نموني عملي قدم کڻي، سرڪاري اعزاز واپس ڪيا هئا ۽ ڊپ نه پرڻ جو انجام ڪيو هو. (١) ترڪ موالات جي فتويٰ مطابق مولانا امروٽيءَ، خلافت ڪاميٽي سنڌ جي صدر جي حيثيت ۾، پنهنجي سيڪريٽريءَ محمد خان جي صحيح سان، سنڌيءَ ۾ اشتهار ڇپائي، عوام ۾ ورهايا هئا. انهن مان هڪ اشتهار جا ٽي حصا ڪيل ٿا پائنجن، جن جو نقل هيٺ ڏجي ٿو:

## فتويٰ جمعيت العلماء هند (در باري ترڪ موالات)

"جنهن حالت ۾ ترڪيءَ سان صلح ڪرڻ ۾ يورپ جي باد شاهتن، کلي ڪلائي اي انصافي ڪئي آهي ۽ اسلامي جذبات کي پائمال ڪيو آهي ۽ انگريزي و زيرن پنهنجي صاف ۽ پڌرن وعدن جي اُبتڙائي ڪئي آهي ۽ خلافت جي اقتدار وچائڻ ۽ خليفة المسلمين جي مذهبي طاقت جي ناڙ ڀڃڻ ۾ اسلام سان پورو مذهبي تعصب ۽ حسد ڏيکاريو آهي، تنهن ڪري مسلمانن تي اسلام جي تابع هجڻ واريءَ حالت ۾ لازم ٿي چڪو آهي ته هو هنن اسلام جي دشمنن سان ترڪ موالات ڪن". (٢)

(٢)

## ترڪ موالات جو نظام عمل

اي ايمان وارو! اوهان لاءِ هينئر ٻيو چارو رهيل نه آهي، سواءِ انهيءَ جي، ته خلافت ڪانفرنس، انجمن علماء هند ۽ مسلم ليگ جي پاس ڪيل

---

(١) سه ماهي مهراڻ سنڌي، "سوانح نمبر"، سال ١٩٥٧ع، ص ٢٨٥

(٢) دفتر درگاه امروٽ، خط نمبر ١٦ ب

ترڪ موالات جي تجويز قبول ڪري، حال في الحال هيٺين ڳالهين تسي هڪدم عمل ڪريو:

(١) سڀ خطاب ۽ اعزازي عهدا ڇڏي ڏجن ۽ مقامي جماعتن (ميونسپالٽين ۽ لوڪلبوردن وغيره) جي سرڪاري مليل ميمبر ٿيڻ کان هڪدم استعفا داخل ڪرڻ گهرجي.

(٢) سرڪاري درٻارن ۽ ٻين سرڪاري ۽ غير سرڪاري مجلسن (جي سرڪاري حاڪم ڪن ۽ انهن جي اعزاز واسطي ڪيون وڃن) ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو وڃي.

(٣) ٻارن کي انهن اسڪولن ۽ ڪالجن مان آهستي آهستي اُٿاريو وڃي، جي سرڪاري آهن يا سرڪاري انتظام هيٺ آهن يا سرڪار کان امداد حاصل ڪن ۽ انهن جي بجاءِ مختلف صوبن ۾ قومي اسڪول يا ڪاليج قائم ڪيا وڃن.

(٤) سرڪاري ڪورٽن کان آهستي آهستي بائيڪاٽ ڪري، انهن جي بجاءِ خانگي پنچاتي ڪورٽون قائم ڪيون وڃن ۽ انهن ڪورٽن جي امداد سان خانگي جهڳڙن جو فيصلو ڪيو وڃي.

(٥) عراق ۽ عرب ۾ فوجي منشيگري ۽ مزوريءَ جي نوڪريءَ لاءِ رنگروٽن جي طور ڀرتي ٿيڻ کان صاف انڪار ڪيو وڃي.

(٦) نين ڪائونسلن جي ميمبريءَ جي اميدواريءَ لاءِ جيڪي به درخواستون ڏنيون ويون آهن، سي سڀ واپس ورتيون وڃن. ووٽرن کي گهرجي ته اهڙن اميدوارن کي ووٽ ڏيڻ کان احتراز ڪن، جيڪي ڪانگريس جي هن هدايت جي ڪابه پرواه نه ڪري، ان هوندي به پنهنجي سِٽي ميمبر چونڊجڻ جي ڪوشش ڪن.

(٧) سموري ڏارئي ملڪ جو بائيڪاٽ ڪيو وڃي ۽ جنهن حالت ۾ ترڪ موالات جي تحريڪ، هڪ ترتيبوار نموني تي ماڻهن کي قرباني سيکارڻ واسطي اختيار ڪئي وئي آهي، جنهن کان

سواءِ ڪابہ قوم ترقي ڪري نٿي سگهي ۽ اڻ جنهن حالت ۾ مرد، عورت ۽ ٻار ڪي ان تحريڪ جي مهڙين ۾ منزل ۾ شريڪ ٿيڻ جو وجهہ ڏيٺو آهي، انڪري هي ڪانگريس ميٽني ڪي هدايت ٿي ڪري تہ جيسين هندوستاني واپاريسن جي سرمايہ سان قائم ٿيل انتظام، ڪپڙي جي ضروريات ڪي پورو ڪري تہ اس سوديشي مال ٿــي واپرائين . اگرچہ هندوستان ۾ هن وقت ايترو ڪافــي سُٽ ۽ ڪپڙا تيار نــہ آهن، جو ملڪ جي پورت ڪري سگهن، پر ڪانگريس خاص انهيءَ مقصد ڪي مد نظر رکندي، هدايت ڏئي ٿي تہ جلدي اهڙا وسيلا اختيار ڪيا وڃن، جنهن ڪري وري ڪپڙي اُٺ جي ٻرباد ٿيل دستڪاري جيئري ٿئي، لکين ڪروڙين ڪوري، جي پنهنجو هنر ڇڏي وينا آهن، وري پنهنجــي اباڻي ڪم ڪي اختيار ڪن".

( ٣ )

برادران اسلام! هيءَ ڳالهہ پڌري آهي تــہ هن ڪذريــل جنگ جي شروعات ڪان پوءِ، جڏهن ترڪي جنگ ۾ شامل ٿي، تڏهن هندوستان جي مسلمانن لاءِ اهو نهايت نازڪ وقت هو، ڇو تہ هڪ طرف خدا تعاليٰ ۽ اسلام جا احڪام هئا تہ ٻئي طــرف وري ظاهر حڪومت جــا فرمان . هڪ طرف مسلمانن جو، خلافت ترڪــيءَ سان روحاني لاڳاپو تہ ٻئي طرف ٻين سان جسماني تعلقات هئا، اهــو مسلمانن لاءِ عجيب ڪشمڪش جو وقت هو . خود سرڪار انهيءَ حالت ڪان واقف هئي، اهو ئي سبب هو، جو سرڪار مسلمانن جي انهيءَ ڇڪ تاڻ ۽ پريشانيءَ ڪي ٽاڙي، ڪين انجام ڏنو هو تہ هيءَ مذهبي جنگ نہ آهي ۽ مسلمانن جي پــاڪ جاين ڪي نہ رڳو حملي ڪان بچايو ويندو، پر انهن مقامن جي عزت ۽ حرمت، اسلامي قاعدن پٽاندڙ رکي ويندي ۽ خلافت ڪي وارو سو بہ نہ

ٽيندو ۽ ترڪيءَ کان کو بہ ملڪ کسيو نہ ويندو وغيره وغيره . اهڙن قسمن جي وعدن جي معرفت، سرڪار، مسلمانن کي ڀلائي وڌو . هنن انهن ڪچين تندن جهڙن وعدن کي مضبوط سمجهي، پورو اعتماد ڄمايو ۽ پنهنجي جان ۽ مال ڏيڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جو عذر نہ ڪيائون . اهـا امداد اهڙيءَ حد کي پهتي، جو خود سرڪارکي ميڻو پيو تہ انهن وعدن جي ڪري هند جي مسلمانن، سرڪار کي چڱي مدد ڏني، جنهن ڪري نہ رڳو هندوستان ۾ امن قائم رهيو ، پر خود انهن مسلمانن جي پائرن جو خون وهائي، برطانيہ کي اها فتح ڪري ڏني، جا شايد ٻيءَ طرح ممڪن نہ ٿئي ها. جڏهن جنگ ختم ٿي ۽ مسلمانن پنهنجون اکيون کوليون تہ انهن کي صاف نظر آيو تہ جنگ ۾ باوجود ايڏي امداد ڏيڻ جي، نہ فقط سندن مذهبي جذبات جو خون ٿئي ٿو ، پر سائن ڪمل انجامن جي بہ کليءَ طرح ابتڙائي ڪئي وڃي ٿي، تڏهن هنن جلسن جي معرفت، سرڪار کي ڪمل انجام ياد ڏياري، پنهنجي مذهبي ارادن جي پائماليءَ کان آگـــاه ڪيو ۽ هنن انصاف ٿيڻ لاءِ، ولايت تائين پنهنجا نمائندا موڪلي، پنهنجي دلي ارادن کي ظاهر ڪيو ۽ گهڻيون ئي دانهون، فريادون، زاريون نيزاريون ڪيون، پر پڌڻ ۾ نہ آيون . هنن پنهنجـــي مرضيءَ موجب، سلطان‌المعظم، خليفةالمسلمين کي مجبور ڪري، اسلام جي برخلاف صلح جي شرطن تي دستخط ورتا، جنهن صلح کي مسلمان ڪڏهن بہ جائز سمجهي نٿا سگهن . انهيءَ ڪري لاچار مسلمانن سرڪار سان ”ترڪ موالات“ يعني لاڳاپن ٽوڙڻ يا عدم شرڪت عمل ، يعني ڪڏجي ڪم نہ ڪرڻ جو ٺهراءُ مقرر ڪيو ۽ سڀني هندوستان جي وڏن وڏن علمائن، ان جي فرض هجڻ جي فتوي ڏني ۽ هندو پـائر بہ خاص مسلمانن سان همدردي ڏيکارڻ لاءِ، ان فيصلي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ وري اڳتي هلي، انڊين نيشنل ڪانگريس ۽ مسلم ليگ بہ اهو ٺهراءُ پاس ڪيو ، جنهن ڪري مذهبي لحاظ کان سواءِ هندوستان جي سيني

ڦومن ٿي انهيءَ ٺهراءُ يعني ”ترڪ موالات“ تي عمل ڪرڻ، هڪ زبردست قومي فرض ٿي چڪو آهي، انهيءَ ”ترڪ موالات“ جي تجويز جا گهڻا ڀاڱا اهن، جي عام طور مشهور آهن، پر هن وقت مکيه سوال آهي، ايندڙ نومبر ۾ ڪائونسل جي ميمبريءَ لاءِ چونڊون، تنهن بابت رٿ آهي ته ڪو به هندو يا مسلمان اميدوار ڪونه بيهي، ۽ نه ووٽري ڪنهن کي ڪو ووٽ ڏئي ...... يقين آهي ته سنڌ جا مسلمان، خدا تعاليٰ جي حڪمن جي پيروي ڪرڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪندا، يعني ”ترڪ موالات“ تي هلي، ڪائونسل ۾ نه اميدوار بيهندا ۽ نه ووٽري ڪنهن اميدوار کي ووٽ ڏيندا“.






عمده سلائي ۽ پائداري لاءِ

سليقه سلائي مشين ياد ڪندا

شڪريه سان

سليقه سبڻ واري مشين ۽ ڪمپني

ٽيليفون نمبر: ٢٩٢٣٢٦

٢٩٢٣٣٥

٢٩٢٣٣٦

ڊي – ١٣١/بي

ايس – آءِ – ٽي – اِي

ڪراچي

ڪيبل سليقا




مولانا محمد هاشم خلافتي رحه
ويٺل اسٽيشن رڪ

"پيغام" رسالي جي
شڪريئي سان

# حضرت مولانا امروٽي جي زندگي

ابتدائي قرآن شريف جي تعليم آخوند محمد قاسم سومري کان ورتائون فارسي جي تعليم مولوي عبدالقادر صاحب ٻنهواري واري کان ۽ عربي علم جي تڪميل پنجاب جي جدا جدا مدرسن مان ورتي، طريقت ۾ قدم رکيائون. حقيقت ڪري طريقت ۾ سندس دل صغير ٻني کان ئي مائل ٿيو هو، جو سندس والد ماجد ميان عبدالقادر شاه عرف پورل شاهه ذاڪر درويش ۽ باخدا هو، جن جي تربيت ۽ تعليم ڪري سندس طبع جو ميلان ايڏانهن هو ۽ ذڪر خدا سان ننڍي کان وٺي، شاغل ۽ تقويٰ ۽ ورع تي عامل هئا. آخر استخاره ڪيائون، جنهن ڪري خواب ۾ هڪ بزرگ جي زيارت نصيب ٿين ۽ انهن کان علم باطني ۽ فيض جو اشارو ٿين، پوءِ تہ سفر اختيار ڪيائين ۽ مشهور خانقاهون سنڌ ۽ پنجاب جون ڏسندا بزرگن جون زيارتون ڪندا رهيا. جن سڀني خانقاهن تي خواب ۾ ڏٺل بزرگ جون صفتون نہ ڏسي ڪنهن بہ خانقاه تي بيعت نہ ڪيائون. آخر سوئي شريف ۾ آيا، جتي بزرگ ميان حسن شاه صاحب سجاده نشين سوئي شريف وارن جي ناسازي طبع ڪري حضرت حافظ محمد صديق صاحب ڀرچونڊي شريف وارا ڪانئن طبع پرسي لاءِ آيل هئا ۽ امروٽ شريف وارن کي جڏهن حضرت حافظ صاحب عليه الرحمة جي زيارت ٿي تہ سا ئي صفتون ۽ حليہ خواب وارو سائن پورو آيو، جنهن ڪري حضرت قبلہ امروٽي جن سندس خدمت ۾ شامل ٿي ڀرچونڊي شريف اچي سندس بيعت ڪيائين ۽ مريد ٿيا. فقط اڍائي مهينن جي قليل عرصي ۾ علم باطني جي تڪميل ڪيائين. ان کان پوءِ حضرت حافظ صاحب جن امر فرمايو تہ هاڻي اوهان امروٽ وڃي رهو ۽ اتي وڃي دين خدا جي خدمت ڪريو ۽ ٻيون بہ گهڻيون نصيحتون

فرمائي کين رخصت فرمايائون . پاڻ امروٽ آيا، پر فقير سندس خدمت ۾ پرچوندي شريف کان حضرت حافظ صاحب جن ڏنا هئا، جن سان گڏجي اچي پنهنجي خانقاه تي رهيا.

انهي جاءِ تي مشائخ صاحب سندن ڏاڏي جو مقبرو آهي . هو وڏو باڪمال ۽ عارف شخص هو، انهي ڪري ان جاءِ تي خلق جي آمد نسي گهٽي هئي . خاص ڪري سومر تي گهڻي مخلوق ايندي هئي، وڏو ميلو لڳندو هو . ساڻهو سکان ڪٿي اتي اچي وڏيون وڏيون باسون پوريون ڪندا رهيا ۽ ڀنگ نوشي جو سخت زور رهندو هو . ان کان سواءِ ٻيون بدعتون، جو اهڙڪلهه جي ٻيرن تي آهن، سي سڀ عام‌جام ٿينديون هيون. حضرت مولانا جن چند ايام انهي ڳالهه تي ويچار ڪندا رهيا. پاڻ هڪ مسجد ۾ رهڻ لڳا ۽ ٻاهر ساري خانقاه تي بدعتين جو غلبو هو . آخر هڪ ڏينهن جلالي آئي ۽ اول اچي ڏنڊا ڪوندا ٻيچي ڀرزا ڪيائون، ۽ پوءِ ڀنگورن کي ماري تڙي ڇڏيائون . پاڻ فقيرن سميت انهي جاءِ کي ڪوني اها سٺي ڪيئي، ان جي اڳاءِ ٻيو بنجهو وجهي، صفائي ڪري منهن ڪچا ٺاهي انهن ۾ پاڻ رهڻ لڳا ۽ پاڻ مسجد جي لاءِ سرون وجهندا هئا ۽ پر فقير سٺي ٺاهي کين ڏيندا هئا. مسجد جون سرون پوريون ڪري مسجد ڪچن سرن جي ٺاهيائون . ان کان پوءِ وري ٻيهر پڪن سرن سان مسجد ٺاهيائون . هاڻوڪي مسجد ان کان پوءِ ٽئين ڀيري ٺاهي وئي آهي .

پهرين ٻهرين کوهه، جو سندن خانقاه جي اوپر کان شهر ۾ آهي، اهو کٽايل آهي . انهي کوهه کي هن طرح کٽيائون جو مولانا عبدالرحمان مرحوم سکر وارو ملاقات لاءِ امروٽ شريف ايندو هو . هڪ دفعي دستور موجب مولانا صاحب آيو ۽ مقبري ڏي ختمي ڏيڻ لاءِ ويو، موٽي آيو ۽ اچي حضرت سائين کي چيائين ته اوهان کي کوهه جي تمام گهڻي گهرج آهي . اوهان جي کوهه جون پوريون سرون موجود آهن . پاڻ فرمايائون

ته اسان وٽ کوهہ لاءِ سرون اصل ڪين آهن. مولانا صاحب فرمايو ته اوهان جي وڏن تي قبو ٺهيل هو ۽ ليٽ اچڻ ڪري ڪِري پيو آهي، ايهي سرون کوهہ ۾ لڳايون وڃن، جنهن تي فقيرن اها ڳالهہ پڌي ، مـــولانا صاحب کان شرعي فتوي پڇي . ونگ لاءِ وٽ وڏيائــون ۽ کوهہ جي ڪم ڪي لڳا. قاضي محمد ابراهيم قريشي ڪهڙن جو ويٺل ڳالهہ ٿو ڪري ته اِن کوهہ جي تيارڪيءَ وقت هڪ دفعي فرمايائين ته ننگر ۾ پيسو بہ ڪونہ آهي، کوهہ تي خرچ بہ ضرور لڳندو سو ڪيئن ڪجــي ؟ ايتري ۾ اسان جي موجودگي ۾ هڪ شخص آيو جو ظاهر ۾ تہ هندو ٿي ڏسڻ ۾ آيو . اچي حضرت صاحب کي هڪ روپين جــي ڳنڍ رومال ۾ ٻڌل ڏني ۽ چيائين ته پئسا آڻيو کوهہ کڻايو . پاڻ پئسا ورتائون، هو شخص غائب ٿي ويو نہ اسان ڪڏهن اهو ماڻهو ڏٺو نہ اڳي ڏٺل هو . پئسا ڪيڏي ڳڻيا ويا تہ ڇهہ ســؤ روپيا هئا، کوهہ تيار ٿي ويو .



# ”امروٽي“ مخدوم شهيد بلاول جو پڙاڏو

مولانا عبدالڪريم چشتي — ”پيغام“ رسالي جي شڪريي سان

تازه خواهي داشتن گر داغهاءِ سينہ را

گاه گاهي باز خوان اين دفتر پارينہ را

اهي بزرگ ۽ محترم هستيون جن جي تربيت، تعليم ۽ فيض صحبت سان راقم الحروف مستفيد ٿيو ، جن جي بزرگانہ زندگي جي مختلف اثرن کان خادم متاثر ٿيو ، انهن بزرگن بابت پنهنجيون يادگيريون پڙهندڙن اڳيان پيش ڪرڻ جو فخر حاصل ڪري رهيو آهيان .

حضرت مولانا تاج محمود امروٽي (رحہ) انهن بزرگن مان سڀ کان اول ۽ سڀ کان زياده قابل ذڪر ۽ لائق افتخار نالو سنڌ جي مشهور ۽ مقتدر هستي سيد العلماء رئيس الموحدين، ولي ڪامل حضرت شـــاه مولانا ابوالحسن مولوي سيد تاج محمود صاحب بزرگ امروٽي ( رحہ ) جو نالو آهي !

حضرت امروٽي عليه الرحمة قادري طريقہ جو وڏو باڪمال خـــدا رسيده پير هو . حضرت با برڪت رئيس الاولياء حضرت حافظ محمد صديق (رحہ) ڀرچونڊي شريف واري بزرگ جـــو خليفو هو . توحيد ۽ سنت جو وڏو با اثر ۽ ڪامياب مبلغ هو . پنهنجي قـــال ۽ حال ۾، گفتار ۽ ڪردار ۾، ظاهر ۽ باطن ۾، علم ۽ عمل ۾، شريعت ۽ طريقت ۾ سلف صالحين ( اڳين بزرگ هستين ) جو زنده ۽ نا قابل انڪار مثال ۽ نمونو هو . وڏو صاحب جذب، ۽ ڪشف و ڪرامت جو ڌڻي هو . سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي گوشي گوشي ۾ هزارن جي تعداد ۾ علماء خواه عام مسلمان سندس مريـــد ۽ شيدائي موجود آهـــن . سندس هٿ تي هزارن جي تعداد ۾ غير مسلم ڪلمہ توحيد پڙهـــي اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿيا . سندس فيض و تلقين و ارشاد جـــي برڪت سان ڳوٺن جا ڳوٺ سوري جا سورا، شرڪ ۽ بدعت جي عقيدن ۽ ڪڌن ڪرتوتن کان توبہ ڪري پابند شريعت ٿي هميشہ روزي، نماز، ذڪر خدا ۽ تلاوت ڪلام پاڪ ۾ مشغول ٿي ويـــا . اڪين ڏٺا واقعات سامهون آهن، جو سوين ماڻهو فاسق، فاجر، شرابي، جواري ۽ ٻچڙا سندن خدمت ۾ اچي هميشہ لاءِ انهن گندن فعلن کان بيزار ٿي ويا ۽ وڃي ياد الاهي ۾ جنبي ويا .

سندس زبان مبارڪ تي هروقت خدا ۽ سندس رسول پاڪ جوئي ذڪر خير هوندو هو . هميشہ ٿوري ٿوري وقفہ تي بار بار فرمائيندا هئا تہ "جيڪڏهن مسلمان، مسلمان ٿيڻ گهرن ٿا تہ صحابن سڳورن

جي زندگي کي سامهون رکن ـ صحابي سڳورن جي زندگي اسلام جي مڪمل تصوير آهي ـ صحابہ سڳورن جي زندگي قرآن جو تفسير آهي". اهي جملا گويا سندن تڪيہ ڪلام هو ـ سندس مجلس گفتار ۾ تمام وڏو حصو اصحابن جي حالات ۽ ڪارنامن جي بيان تي خرچ ٿيندو هو ـ اهڙي طرح حضرت صاحب مجلس ۾ ويٺل مسلمانن ۾ اسلام جو حقيقي روح ڦوڪيندا رهندا هئا ـ

حضرت صاحب انگريزن، انگريزي اقتدار ۽ انگريزي سلطنت جو وڏو سرگرم ۽ زبردست مخالف هو ـ سندن عقيدو هو تہ هميشہ مشرق ۽ مغرب ۾ اسلام ۽ مسلمانن جو وڏو دشمن ۽ بيحد خطرناڪ ۽ چالباز دشمن "انگريز ۽ انگريزي اقتدار" آهي ـ حضرت فرمائيندو هو تہ سڀ نصراني حڪومتون اگرچہ اسلام ۽ مسلمانن جون پڪيون دشمن آهن، پر انهن سڀني ۾ سڀ کان وڏيڪ نقصان پهچائيندڙ ۽ ڪٽر دشمن انگريز آهي ـ

حضرت صاحب آزادي ۽ حريت جو علمبردار هو ـ دين ۽ قوم جي راهہ جو وڏو مجاهد هو ـ جهاد سندن زندگيءَ جو مکيہ اصول هو ـ جهاد کي هو اسلام جو روح سمجهندا هئا ۽ توحيد کي اسلام جو قلب !! حضرت وڏو بيخوف دلير ۽ بهادر هو ـ توحيد تي ڳالهائيندي عام خلق جي پرواہ نہ ڪندو هو ۽ جهاد تي ڳالهائيندي سرڪار ۽ سرڪاري عملدارن جو ڪو خيال نہ رکندو هو ـ

الله تعاليٰ جي ذات پاڪ جي امداد ۽ دستگيريءَ تي کيس ڏاڍو آسرو ۽ اعتماد هوندو هو ـ هر وقت ٿوري ٿوري ڳالهہ تي دعا گهرندو هو ـ حاضر سائين مان ڪو عرض ڪري تہ قبلا سائين! خوش نٿو گذاريان يا ڪو چوي تہ منهنجو ابو يا ادو بيمار آهي يا ڪو چوي تہ فلاڻو ٻاهر ويو يا ڪو چوي تہ فلاڻو اچي نہ سگهيو، سلام

۽ نياز عرض رکيائون. مطلب ته اهڙن سيني جملن کسان پوءِ گويا حضرت صاحب جي عادت هئي ته دعا گهرندا هئا. دعائن جو سلسلو قائم هوندو هو. هڪ وقت وجهه وٺي واندو ڏسي عرض ڪيم ته ايتري ٿوري وقت ۾ ڪهڙي دعا گهرندا آهيو. حضرت فرمايو ته "الهم اياڪ نعبد ۽ اياڪ نستعين و صلي الله علي حبيبه محمد و آله و اصحابه اجمعين".

حضرت صاحب خوش طبع، متواضع، ڪشاده رو، روادار، نرم دل ۽ مهمان نواز ته هڪ ئي هئا. سڀ ڪنهن سان اهڙو ته مهربان ۽ ڪريم ٿي هلندا هئا جو هر هڪ سندن بلند اخلاق ۽ شفقت کي ڏسي چوندو هو ته حضرت صاحب رحم ۽ شفقت جو پتلو آهي.

اگرچه هندن جي مسلمان ٿيڻ جو سلسلو جاري هوندو هو پر وٽس هندن مردن خواه عورتن جو اچڻ ڪثرت سان ٿيندو هو. دعا گهرائڻ ۽ تعويذ وٺڻ لاءِ عام جام ايندا هئا. حضرت صاحب سائن بيحد پيار ۽ قرب سان پيش ايندو هو. سائن کلندو ۽ کين کلائيندو هو، سندن ٻارڙن کي خرچيون ۽ شيون ڏيندو هو.

حضرت قومي ڪم ڪندڙن ۽ اسلامي مبلغن جو ڏاڍو قدر ڪندو هو. کين ڏاڍي محبت ڏيندو هو. سندن حوصله افزائي ڪندو هو. کين مخفي طور مالي مدد ڏيندو هو.

حضرت مولانا مرحوم سراج جي واهن ۾ ايندڙ مسجدين جي بقا ۽ سلامتي لاءِ بيحد، بي مثال ۽ زوردار جهاد شروع ڪيو. انگريز سرڪار جي طاقت ۽ تڪبر جي مد نظر تي سيڪو پيو چوندو هو ته بزرگ اجايو ٿو اهو زور ڪپائي؛ ٿيندو ڪجهه به نه. مون کي ياد آهي ته مون جڏهن اهو احوال پيش ڪيو تڏهن ڏاڙهي مبارڪ تي هٿ ڦيرائي بزرگ

فرمايو تہ ”بابا مولوي چشتي! منهنجي حي ۽ قيوم قادر خدا جي فضل ۽ مدد سان سڀ ڪجهہ ٿيندو ; انشاءالله فتح اسان جي آهي “ . خلق حيران رهجي وئي ۽ ڪين بزرگ جو خدا رسيده هجڻ محسوس ٿيو ، جڏهن ڪهڙي وقت ۽ ڪٿان ڪان پو ۽ سرڪار بهادر پنهنجي سموري فرعوني طاقت هوندي بہ هڪ ساده پوش بوريہ نشين درويش تاج محمود (رحہ) اڳيان گوڏا جهڪايا ۽ مسجدن جي بچاءَ جو اعلان ڪيو . هي بنده گنهگار انهي تحريڪ ۾ پنهنجي آقا ۽ بزرگ مولانا امروٽيءَ سان شريڪ هو . ان زمانہ ۾ منهنجي اخبار هفتيوار ”پيغام“ نڪرندي هئي . هڪ پرچہ ۾ مون هڪ مضمون لکيو ”حفاظتِ مساجد“ جي سري سان، جنهن ۾ هي چند سٽون الله تعاليٰ جي توفيق سان منهنجي قلم لکيون :

”مسلمانو ! جيڪڏهن اسان جي زندگيءَ ۾ مسجديون برباد ڪيون ويون ۽ اسان خاموش رهياسون تہ خدا پاڪ جا فرشتا ۽ آسمان جا تارا اسان تي ڦٽڪار ڪندا .

٢- جيڪڏهين اسان پنهنجي جان مال ۽ اولاد عيال جي حفاظت ڪري سگهون ٿا، مگر مسجدين جي حفاظت نٿا ڪريون تہ سنڌو نديءَ ۾ غرق ڇو نٿا ٿيون .

٣- جيڪڏهن خدا پاڪ ۽ رسول پاڪ جو دل ۾ پيار آئو تہ پنهنجو رت پشراج وارين مسجدين جي سرمت ۽ حفاظت تي قربان ڪري ڪفور سرڪار جو ڪنڌ جهڪو ڪريو !!“

اها اخبار حضرت ڪي سندن فرموده موجب مان پڙهي پڏائي . پاڻ رنا ۽ جوش وچان اُٿي ۽ مون ڪي اُٿاري پاڪر پائي منهنجي نرڙ ۽ ڏاڙهي تي چميون ڏنائون ۽ وري چيائون تہ : ” شاباس ڙي بابا مولوي چشتي شاباس، منهنجي دل ٺاري وڌءِ“!



ابو سعيد

# حضرت امروٽي رحمة الله عليہ ۽ ان جون ڪرامتون

الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي نيڪ ٻانهن جي مشڪل وقتن ۾ جيڪا غيبي امداد فرمائي ٿو ۽ پنهنجي ٻانهن جي دعا قبول فرمائي ڪري، آڏو آيل پريشاني يا رڪاوٽ دور فرمائي ٿو، جنهن کي اسان ڪرامت سان تعبير ڪندا آهيون. ڪڏهن ڪڏهــن اها خصوصي نوازش الله تعاليٰ پنهنجي اهڙن ٻانهن لاءِ جن جي ذريعي غافل ۽گمراه انسانن لاءِ هدايت ۽ ڇوٽڪاري جو سبب بڻائڻوهوندوآهي،تہ اهڙي ٻانهيءَسان دعائن جي قبوليت ۽ مشڪلاتن ۽ رڪاوٽن جي حل ڪرڻ جو غير معمولي حد تائين سلوڪ فرمايو ويندو آهي. خاص ڪري اهي شخصيتون جن جي زندگي جــو نصب‌العين انبياء عليهم السلام جي دعوت ۽ مشن جي خدمت ۽ تــواڻ هوندو آهي. انهن جي دعائن کي قبوليت جو عرف بخشي ڪــري الله تعاليٰ عام ماڻهن جي نظرن جو مرڪز بڻائيندو آهي تہ جيئن هو الله جــي هن ڪامل ٻانهي جي رهنمائي سان پنهنجي منزل تي پهچي سگهن. معجزن ۽ ڪرامتن سان ڪهڙي ٻاڳي اهڙن ماڻهن کي رهنمائي ڪرڻ مقصد هوندي آهي جيڪي داعي شخصيت جي دعوت کي پنهنجي عقل سوچ ۽ سمجهہ سان پروڙڻ ۽ ميچڻ ۾ ڪماليت نہ رکندا آهن يا ڪن اهڙن مخالفن کي يا بي خبرن کي ڪنهن شخصيت ڏي ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ان جــي هٿان ان فطري عادتن کان هٽانهين قسم جو ڪو ڪارنامو سر انجام ڏيارڀو ويندو آهي.

مطلب تہ ڪرامتون يا معجزا هدايت جو ذريعو آهن پر خاص ڪري اهڙن ماڻهن لاءِ جيڪي عام طور رواجي سوچ ۽ ذهنيت وارا هوندا آهن.

هن ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ انبياء عليهم السلام جا مختلف معجزا، مثال طوفان نوح ۾ نوح عليه السلام ۽ سندس سائين جو ڪشتي ذريعہ بچڻ، حضرت ابراهيم عليه السلام جو باهہ جي آڙاہ ۾ سڙڻ کان محفوظ رهڻ ، حضرت يونس عليه السلام جو سمنڊ جي اندر مڇيءَ جي پيٽ ۾ وري ان مڇيءَ سميت ٻي مڇيءَ جي پيٽ ۾ ٽي ڏينهن سانده زنده رهڻ، حضرت يوسف عليه السلام جو ڪنعان جي کوهہ ۾ ٻڏ ڻ کان بچڻ، حضـــرت موسيٰ عليه السلام جو فرعون جي جادوگرن جي مقابلي ۾ ڪٽڻ ۽ درياءَ نيل مان پنهنجي قوم سميت پار ٿيڻ، حضرت عيسيٰ عليه السلام جو مئلن کي قم باذن الله سان جيئرو ڪرڻ، ڪوڙهہ ۽ ماءُ جي پيٽان چاول انڌن کي هٿ گهمائڻ سان شفاياب ڪرڻ، اهـي سڀ معجزا وجود ۾ آيـــا ۽ قرآن پاڪ انهن جو تذڪرو بيان فرمايو ۽ معجزن جي لڪائڻ کي مصلحت نہ سمجهيو ويو . اسان جـي نظر ۾ ڪنهن بہ شيءِ جي اهـڙي نموني ظاهر ٿيڻ ۽ ان کانپوءِ ان جي تذڪري ڪرڻ ۾ ڪابہ قباحت يا خرابي ناهي . جيئن تہ قرآن شريف جو طريقو بہ انهي ڳالهہ جي تصديق فرمائي ٿو .

اسان کي هن جاءِ تي جنهن مسئلہ جي گذارش ڪرڻي آهي تہ حضرت امروٽي رحمة الله عليہ کان ڪيترن ئي سندس زمانـي وارن پنهنجي اکين سان عجيب عجيب ڪرامتون ڏٺيون، جيڪڏهن انهن ڳالهين جـو انڪار ڪبو تہ اهو بلڪل ڏينهن کي رات سڏڻ برابر چئبو . مطلب تہ حضرت امروٽي رحہ جي ڪرامتن جي انڪار جو تہ ڪوئي سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. پوءِ اهڙي صورت ۾ اسان هيءَ ڳالهہ سمجهڻ تي مجبور آهيون تہ حضرت امروٽي رحہ پنهنجي قوم وارن ڏي بلڪل اهڙي طرح موڪليو ويو هو ، جهڙي طرح حضرت موسيٰ عہ پنهنجي بني اسرائيلن ڏي . حضرت موسيٰ عہ کي بہ هڪ انتهائي غبي قوم سان واسطو پيو، جن جي تصور ۽ وهم گمان ۾ بہ فرعون جي غلاميءَ مان آزاد ٿيڻ جو آسرو نہ هو . قوم جي غباوت واري سبب ڪري الله تبارڪ و تعاليٰ بني اسرائيلن کي پنهنجي نبي جي

معرفت لڳاتار اڻ ڳڻت نشانيون معجزي طور ڏيکاريون. مثال فرعون جي قوم وارا جيڪو ڪاڌو کائين يا پاڻي پيئن ته اهو رت بڻجي وڃي ۽ اهو ساڳيو ڪاڌو ۽ پاڻي جيڪڏهن بني اسرائيلي استعمال ڪن ته اهو صاف طعام ۽ پاڻي جي شڪل ۾ موجود ٿي وڃي. فرعونين جي گهرن، اوطاقن ۽ اُٺن ويهڻ جي جاين تي، ڪڻن، بسترن ۽ استعمال جي ٿانون ۾ مٿانئن الله تبارڪ و تعاليٰ ڏيڏرن ۽ جونئن کي ڇڏيو، جو انهن لاءِ جنجال و بال بڻجي ويو، پر جيڪڏهن انهن ئي جاين هنڌن بسترن تي بني اسرائيلي رهن ڪن ته ڏيڏر ۽ جونئون سڀ هڪدم پري ٿي وڃن. مطلب ته انهن آسماني نشانين سان هڪڙي اهڙي ذهني طرح پوئتي پيل قوم کي صديون جو سفر ڏينهن ۾ ڪرائڻو هيو جيڪا قوم فرعوني لشڪر جي غلاميءَ هيٺ انساني تهذيب ۽ تمدن آزادي ۽ برابريءَ تعليم ۽ اخلاق جي اعليٰ انساني قدرن کان محروم رهي هئي. اهڙن ماڻهن کي الله تعاليٰ پنهنجي خصوصي مهرباني سان حضرت موسيٰ عليه‌السلام جهڙو پيغمبر عطا فرمايو جنهن جي هٿان ڪين بيشمار معجزا ڏيکاري ڪري منزل مقصود ڏي وٺجهو آندو. بلڪل ساڳي طرح حضرت امروٽيؒ رحه جي زندگي واري دؤر ۾ سنڌ ٻي ٽهڻ ٽهڻ غلاميءَ ۾ جاڪڙي رهي هئي. هڪ پوري پر صغير تي فرنگي راڄ، ٻئي نمبر تي فرنگين جي قائم ڪيل سنڌ مٿان ميرائي حڪومت، ٽئي نمبر تي انهن ٽوڏي پيرن ۽ جاگيردارن جا ڳوٺائن تي ظالمانه قهر انهن کان سواءِ آهن. اهو اُهو دؤر آهي جنهن ۾ اسان جا ماڻهو تعليم کان محروم بين‌الاقوامي ترقياتي نظرن ۽ فلسفن کان محروم، پنهنجي گهر ۾ پنهنجي پنهن تي ڌاريا ۽ غلام نظر اچي رهيا هئا. جن جي ذهنن تي انگريزن لاءِ بهادر جو لقب چوڻ ايترو ضروري هيو جيترو الله جي ذاتي پنهان جل شانه چوڻ پا ان کان به وڌيڪ.

الله تبارڪ و تعاليٰ اهڙي قوم جي ڪڍڻ ۽ آزادي ڏيارڻ لاءِ امروٽ جهڙي پوئتي پيل ڳوٺاڻي بستي مان حضرت تاج محمود رحمة الله

علم کي چونبدي کري ڏيس وارن کي آزادي سان همڪنار ڪرڻ لاءِ موڪليو، جيڪو بلڪل نريد ان نمن علي الذين استضعفوا جو سچو پچو مصداق هيو. حضرت امروٽي رحہ کي خصوصيت سان الله تبارک و تعاليٰ جيڪي ڪرامتون عطا ڪيون انهن سڀني جو مقصد خلاصو ۽ نتيجو هيءَ هيو تہ هي پيڙ و جرنيل پنهنجي ڪمزور جهرڪيءَ کي بازن سان لڙائڻ ۾ ڪٿائي ڪامياب ڪري. سيٺ فقيرن کي چڱي طرح ياد آهي تہ حضرت امروٽي ڏند ڪرٽي ڪري وڏي حسرت سان بار بار انهن چوندا رهندا هئا تہ هي لنڊن جا پولا هيڪر هون سان هٿ تہ انڪائين . هي مون سان چسو لٿا جنگ ڪن، هي مون کي پٽڏي تہ ڏيکارين ، پاڻ پيا وجهہ ڳوليندا هئا تہ من نہ من منهنجو انگريزن سان جهيڙو ٿئي ۽ مون سان ۽ منهنجي سائين سان اچي هٿ ڳنيڍين، ۽ واقعي هي تحقيقي ڳالهہ آهي تہ حضرت امروٽي پنهنجي تحريک جي سموري عرصي ۾ گرفتار نہ ٿيو جڏهن تہ ڪئي پيرا انگريز سرڪار گرفتاري لاءِ باقاعده يا تہ امروٽ ۾ پنهنجي مليٽري موڪلي يا پنهنجي عملدارن وٽ حضرتن جون حاضريون لڳايون ، ٽيندو هميشہ ائين رهيو تہ حضرت امروٽي کان اهي مليٽري آفسر سامهون اچڻ بعد ٽو پلو لاهي هٿ جوڙي معافي وٺي سلوٽ ڪري واپس هليا وين، يا اهي حاضري تي گهرائيندڙ عملدار عدالتن ۾ اٿي بيهي ڪري پنهنجي آڏو آيل جوابدار کان معافيون گهرن . حضرت امروٽي رحہ ننڍي کان ننڍي عملدار جي سڏ تي به وڃڻ ۽ حاضر ٿيڻ کان ڪين ڪيٻائيندا هئا، اهو انهي لاءِ تہ من نہ من منهنجو ۽ انگريزن جو جهيڙو شروع ٿئي .

امروٽي رحمة الله عليه جي برطانيہ سرڪار کي اهڙي جرئت مندانہ للڪار يقيناً پنهنجي ڳوٺائن جي همت ۽ حوصلي وڌائڻ لاءِ اڪسير هئي. حضرت رحمة الله عليه جا ڪرامتن جي شڪل ۾ روحاني تصرف خالص ۽ خالص جنگي مصلحتن ۽ آزادي لاءِ جهاد جهڙي نغمن تي مشتمل آهن . اسان "الصادق" جا لکندڙ يا "الصادق جي پڙهندڙن جو حلقو ، ۾ ائين

ڪٿي ڇنجي تہ سموري اسروٽي جماعت توحيد جي زبردست عقيدي ۽ حاجت روائي ۽ مشڪل ڪشائي جي خدائي صفتن ۾ جڏهن ڪو نبي يا رسول ٻي خدا سان ڀائيوار نٿا مڃيون تہ اسان جي سائين اسروٽي جـــي ڪهڙي مجال آهي . نڪي وري اسان جي سائين حضرت اسروٽي جو بہ ڪو اهڙو مقصد هيو . هو تہ هيئن پڪاريندو ويو :

حسن وٽ وات وحدت جي اها مايا اٿئي موڙي
آهي ٻي ڳالهہ سڀ ڪوڙي سڏيون ۽ مال اولاديون

جنهن جي مجلس ۾ مولود خوانن جون هر وقت هيءَ تنواروں هونديون هيون تہ :

اي باغبان برخيز تـــي بهر خدا بيدار اج
مصطفيٰ جو ٿا وڃن، ڀليون گدڙ گلزار اج
بي بها بدعت جا بندا، شرڪ ۾ شيدا شرير
بت پرستي لاءِ برهمڻ ٿيا نچي نروار اج

حضرت اسروٽي رحہ جي زندگيءَ جو تفصيلي احوال پڙهڻ ۽ ڄاڻـڻ کان پوءِ هيءَ چڱيءَ طرح معلوم ٿيندو تہ جيئن تہ هو هڪ هٿين خـالي قوم جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا، جڏهن زمانن کان ظلمن جي چڪيءَ ۾ پيڙبي آئي هئي، سو بہ اهڙي دشمن ســان منهن پيل هئن جيڪو وڏو مڪار، چالاڪ، ڏوڪيباز ۽ اندر جو پليت هيو . حضرت رحمةالله عليه کي الله تبارڪ و تعاليٰ ايترا سارا روحاني تصرفات ڏيئي ڪري اسان جي پنهنجي پيل قوم کي ذهني طرح حوصلہ ڏيارڻ ۽ ظالم سان مقابلي جي جرئت پيدا ڪرڻ خاطر هي سڀ ڪجهہ ڪيو ويو . اسان جيئن تہ مٿي عرض ڪري آيا آهيون تہ نبي يا ولي معجزي يا ڪرامت تي قدرت ۽ اختيار نہ رکندو آهي، اهي سڀ شيون الله جي پاران سندن هٿن تي ظاهر ٿينديون آهن .

اسان جي ان گذارش جي روشني ۾ هيءَ ڄاڻڻ گهرجي تہ هن

علائقي وارن ڏي حضرت امروٽيرحہ جهڙي روحاني تصرفن واري بزرگ
کي آزادي واري مشن تي موڪلڻ هڪ وڏي خدائي مصلحت ۽
مرحمت آهي .

انهن ڪرامتن جي تشهير ۽ ذڪر اذڪارکي خود امروٽي جماعت
جي اڳواڻ شخصيتن تمام سختيءَ سان روڪيو ، بند ڪيو ۽ نشر و
اشاعت کان ڪناري تي رکيو، جيئن ته "الصادق" جي خصوصي
نمائندي کي بانيجي شريف جي سجاده نشين ميان عبدالستار صاحب جن
ٻڌايو ته اسان امروٽي جماعت جي فقيرن ۽ حضرت رحمةالله عليه جي
قريبي تعلق وارن کان سندن زندگي جون تفصيلي ۽ تحقيقي حالتون
۽ واقعا قلمبند ڪيا، جن ۾ وک وک تي اڻ انتها ۽ اڻ ڪٿ ڪرامتون
هيون ۽ انهي مجموعہ ۽ دفتر جي باري ۾ ان وقت امروٽي جماعت
جي وڏي پيشوا ۽ اڳواڻ حضرت حمادالله هاليجوي رحمة الله عليه جن
کان ڇپرائڻ جي اجازت گهري . جواب ۾ حضرت جن فرمايو ته ٻٽ!
حضرت سائين (امروٽيرحہ) جون ايتريون ڪرامتون ۽ اهڙيون ته آهن
جو مٺاڇري ذهنيت وارا مسلمان گمراه نہ ٿي وڃن ۽ اسان (توحيد جي)
جنهن مشن کي هلائڻ چاهيون ٿا، ان ۾ رڪاوٽ نہ بنجي پوي ،
ان ڪري نہ ڇاپيو .

"الصادق" جي ادارتي ڪميٽي بلڪل حضرت هاليجوي رحمةالله
عليه جي سوچ ۽ فڪر سان بلڪ حڪم سان حرف بحرف مڪمل
طرح متفق آهي، پر عامة الناس کي ڇڏي ڪري ملڪ ۽ ملت جي
علمي شخصيتن ۽ بصيرت رکندڙ ذهنن جي خدمت ۾ هي عرض ڪرڻ
مناسب ۽ ضروري ڄاڻون ٿا تہ خواص حضرات معروضي واقعن کان ۽
قومن جي اندر پيدا ٿيندڙ ديده ور شخصيتن جي تڪويني پس منظر
کان جهڪر منهن نہ موڙين، ۽ قومن جي ارتقائي مرحلن لاءِ مافوق‌الفطرة
شخصيتن جي ضرورت ۽ اهميت، ۽ انهن جي حياتي واري عرصي جي

گرد و پيش ۽ اڳ ٿيو ۽ ڪي چند چاڙ جي سانڍڻ ۾ آئسي ڪري، مستقبل ۾ هدايت ۽ ڪاميابي جي صراط مستقيم، نشانبر ڪرڻ فرض ۽ واجب آهي. جيڪڏهن قومن جا عالم، فاضل، دانشور ۽ پنهنجي تاريخ جي عظيم ڪردارن کي وساريندي وهندا ته سندن عوام ڪسي جهالت جي ڏولاوڻ کان ڪير بچائي سگهندو.

انسانن جي رهنمائي ڪندڙ عظيم شخصيتن کي الله جل شانه جيڪي روحاني تصرف عطا فرمايا، تن جو مقصد هڪڙي ڦالتو، جنريشن گيپ، ۽ خال کي پورو ڪري، سست رفتار پانڌيڙن کي برق رفتاري سان منزل تي پهچائڻ مقصد هوندو آهي. ڪرامتون ۽ معجزا جيڪڏهن معمولي ۽ فالتو ڳالهيون هجن ها ته قرآن حڪيم جهڙو پُر مغز ڪائناتي منشور انهن شين جو هرگز هرگز ذڪر نه ڪري ها. واڪا ڪرڻ سون وس ..........

---

# سنڌ جي علمي ميراث کي نئين سر جيارڻ ۽ اجارڻ جي سلسلي ۾

سنڌي ادبي بورڊ جيڪي خدمتون ڪيون آهن ۽ علمي شه پارا سنواري، نئين سر پيش ڪيا آهن ان لاءِ هر علم دوست ماڻهو جو فرض آهي ته ان جو فائدو حاصل ڪن ۽ ڀرين فرصت ۾ بورڊ جي ڪتابن جي فهرست گهرائي آرڊر موڪلين، سنڌي ادبي بورڊ جي نرالي خصوصيت ياد رکندا، اڻ لڀ ڪتاب، اوچي معيار ۽ سستي اگهه ۾ پيش ڪرڻ.

ملڻ جو هنڌ:

**سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو حيدرآباد**

# ڪير ڪيئن هو

نوٽ :- هن ننڍي ڪتاب جي آزاد ڪرائڻ لاءِ حضرت شيخ الهند مولانا محمودالحسن ۽ سرتاج سنڌ مولانا تاج محمود امروٽي ۽ انهن جي ساٿــي علماء ڪرام پاران هلايل تحريڪ تي فرنگي حڪومت جي سي آءِ ڊي ورڪرن جيڪي جيڪي رپورٽون، ريمارڪ ۽ تاثرات، آزادي جي لاءِ ڪم ڪندڙن بابت لکي ڪري حڪومت جي حوالي ڪيا، اهو سمورو رڪارڊ انگريزن هتان پاڻ پنجڻ بعد، پاڻ سان کڻي وڃي لنڊن ۾ رکيو. اهڙي سموري قسم جي رڪارڊ کي جنهن جاءِ تي رکيو ويو ان کي انڊيا آفس سڏيو وڃي ٿو. ”( اسان تمام گهرائي سان ڇاڻون ٿا ته اهو رڪارڊ انگريزن چو محفوظ رکيو آهي). مولانا محمد ميان صاحب رحمةالله عليه اڳوڻو ناظم جمعيت علماء هند ۽ مشهور ڪتاب ”علماء هند کي شاندار ماضي“، ۽ ”علماء حق اور ان کے مجاهدانه کارنامے“ جــي جوڙيندڙ لنڊن جي انڊيا آفس مان حضرت شيخ الهند جي هلايل تحريڪ آزادي جي ساٿين ۽ ڪارڪنن بابت انگريــز سي آءِ ڊي جا نوٽ نقل ڪري هــڪ ضخيم ڪتاب ” تحريڪ شيخ الهند“ نالي جوڙيو، جنهن ۾ ريشمي خطن واري سازش ڪيس جي ڪارڪنن تي ريمارڪس جو هڪ مستقل باب ”ڪون ڪيا ٿا؟“ جي نالي سان آندل آهي، جيڪو لڳ ڀڳ سوا به سؤ کن مجاهدين آزادي جي احوالن تي مشتمل آهي. اسان هتي انهن مان فقط انهن مجاهدن جو ذڪر آڻي رهيا آهيون جن جو تعلق سنڌ سان آهي. ( ادارو )

## تاج محمد مولانا رهندڙ سنڌ (تاج محمود)

شايد اهو مولوي تاج محمد امروٽ سکر سنڌ جو رهاڪو آهي. سنڌ ۾ پڻي نمبر تي هن جو زبردست اثر آهي، جيڪو صرف مولوي همايون جي اثر کان گهٽ آهي. اهو ڪڏهن ڪراچيءَ جــي مولوي محمد صادق

جو دوست آهي، جيڪو هاڻ ڪارواڻ ۾ نظر بند آهي . خيال آهي تہ انهيءَ مولوي عبيدالله کي افغانستان پهچي وڃڻ ۾ مدد ڪئي هئي . هن جا هزارين پوئلڳ آهن، جن ۾ وڏا وڏا زميندار، پليڊر ۽ سرڪاري ملازم شامل آهن . جنود ربانيہ جي لسٽ ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهـــي . (مولانا سنڌيءَ جيڪا آزاد هند گورنمنٽ جي فوج ٺاهي هئي ان جو نالو "جنود ربانيہ" رکيو هئائين، جنهن جو اهو عهدو آهي . ( اداره )

## ابراهيم شيخ آف سنڌ

(١) محمد صادق جو پاٽئيو، جيڪو ڪڏهن ڪراچيءَ جـــو مشهور متعصب مولوي (هاڻ نظر بند آهي) ۽ عبيدالله جو دوست آهي . شيخ محمد ابراهيم ايم - اي، پوني ۾ تعليم ورتي . (٢) فيبروري ١٩١٥ع ۾ ان کي حبيبيہ ڪاليج ڪابل ۾ پروفيسر جي جڳهہ ملي وئي، جتي هو برطانيہ جو ڪٽر مخالف ٿي ويو . (٣) هو ڪابل جو هڪ وڏو انقلابي آهي . ايم عبيدالله، محمد علي بي - اي قصوري، راجا مهندر پرتاب، برڪت‌الله وغيره سان‌گڏ سازشن ڪرڻ ۽ منصوبا ٺاهڻ ۾ هن وڏو نمايان حصو ورتو آهي . چيو وڃي ٿو تہ شيخ ابراهيم ۽ محمد علي قصوري کي ايم عبيدالله خصوصي طور ڪابل آندو هو تہ هو اتي جهاد لاءِ زمين هموار ڪري سگهن . جون ١٩١٦ع ۾ ان کي محمد علي سان گڏ حبيبيہ ڪاليج سان هٽايو ويو . ١٠ جولاءِ ١٩١٦ع تي آزاد علائقي ڏي روانو ٿي ويو جتي هو شايد هن وقت بہ سرحد پار جي سُلن، قبائلين وغيره کي جهاد تي ڀڙڪائڻ ۾ رڌل آهي . چيو وڃي ٿو تہ ١٩١٦ع ۾ ان عرب رستي جرمنيءَ وڃڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي، جنود ربانيہ جـي لسٽ ۾ ميجر جنرل آهي .

## اسدالله شاه پير سنڌي

(١) غالبا اسروٽ ضلع سکر (سنڌ) جو رهڻ وارو آهي، عبيدالله جـو

ساڻي آهي، ڳوٺ ڀر جهنڊي جي مدرسي ۾ انوقت تعليم حاصل ڪيائين جڏهن عبيدالله اتي هو. ڪجهه عرصو ان جي نظارة المعارف القرآنيه ۾ به طالب العلم رهيو. خيال ڪيو وڃي ٿو ته عبيدالله جو تمام سرگرم ايجنٽ آهي. (٢) جنود ربانيه جي لسٽ ۾ ليفٽيننٽ جنرل آهي.

## عبدالله هارون حاجي

اهو حاجي عبدالله هارون آهي جو ڪڇي ميمڻ آهي. ڪنبه جو آسودو واپاري ۽ ڪراچي جو آنريري مئجسٽريٽ آهي. وڏو ڪٽر وهابي ۽ اسلامي اتحاد جو نهايت خطرناڪ ڍنڍوڙچي آهي. طرابلس واري جنگ دوران ١٩١١-١٢ع ۾ عبدالله هارون انجمن هلال احمر (سنڌ برانچ) جو سيڪريٽري ۽ خزانچي هو ۽ ترڪن لاءِ روپيا ڪڏ ڪندو هو. آگسٽ ١٩١٣ع ۾ جڏهن ريلوي انجنيئر، ريلوي پوليس لائين ۾ غصب ٿيل زمين تي اڏيل نماز پڙهڻ واري چبوتري کي هٽائڻ گهريو ته انجمن ضياء الاسلام جي صدر جي حيثيت سان، هن به اهڙوئي هنگامو اُٿارڻ جي ڪوشش ڪئي، جهڙو ڪانپور ۾ مسجد جي سلسلي ۾ ٿي چڪو آهي. هن بلقان واري جنگ جي موقعي تي ترڪن جي مدد لاءِ چندو به ڪڍ ڪيو. ڪراچيءَ ۾ جيڪا سنيما ايجيٽيشن ٿي، خيال آهي ته اُن جي پاڙ ۾ به هي شخص هو، جنهن سبب آتر هندوستان ۾ ١٩١٤ع ۾ ڪجهه بي چيني پکڙي هئي. اهو مولوي محمد صادق آف ڪنڌ، ڪراچي، ابوالڪلام آزاد ۽ اسلامي اتحاد جي ٻين انتها پسند ڪٽر حامين جو ساٿي آهي. مولوي احمد علي جي بيان مان ظاهر ٿئي ٿو ته عبدالله هارون ابوالڪلام آزاد کي برطانيه دشمن اسڪيمن ۾ مالي مدد ڪري رهيو آهي ۽ جهاد جي سرحد پار پروپيگنڊا ۾ ان جو وڏو پائيوار آهي.

## عبدالله مولوي آف سنڌ

پٽ نهال خان وينل ڳوٺ ملان بخش لغاري تاڻو ماٽيلو ضلع سکر.

پير غلام محمد آف دينپور رياست بهاولپور جو مريد آهي. ڪجهه عرصي تائين گوٺ پير جهنڊي اسڪول تعلقه هالا ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ فارسي جو استاد رهيو آهي. جولاءِ ١٩١٥ع ۾ مولوي عبيدالله سان گڏ ڪابل ويو هو. فيبروري ١٩١٦ع ۾ ڪجهه خاص سازشن لاءِ خط ڪٺي هندوستان آيو هو. خطن پهچائڻ کان پوءِ هو ڪابل واپس نه ويو. سيپٽمبر ١٩١٦ع ۾ ان کي گرفتار ڪيو ويو هو. هن وڏو اهم بيان ڏنو آهي، ڪمس پنهنجي گوٺ کان ٻاهر وڃڻ جي بندش آهي. جنود ربانيه جي لسٽ ۾ ڪرنل آهي.

## عبدالرحيم شيخ صاحب ساڪن حيدرآباد سنڌ

جنهن کي ريشمي خطن سان تفصيلي خط موڪليو ويو هو. پگوانداس زميندار جو ڇوڪرو آهي. هندو سان مسلمان ٿيو هو، پهن وڏي حيثيت وارن هندن کي مسلمان ڪرڻ جي ڪوشش سبب ڪافي بدنام آهي. پيشه جي لحاظ سان درزي آهي. حيدرآباد ۾ حڪيم عبدالحڪيم جي گهر جي ويجهو ڪاڏي ڪاتي ۾ رهندو هو. شيخ ابراهيم سنڌي ايم - اي اڳوڻي پروفيسر حبيبيه ڪاليج ۽ عبدالمجيد ايڊيٽر الحق حيدرآباد ۽ ايم عبيدالله جو ساٿي آهي. عبيدالله جي ڪابل جي سفر انتظام ڪرڻ ۾ انهن جي مدد ڪئي هئي. سازش جو هڪ اهم رڪن هو ۽ هڪ مشهور متعصب آهي، جيڪو هندوستان، حجاز، ڪابل ۾ موجود سازشن جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪندو آهي. جنود ربانيه جي لسٽ ۾ ڪرنل آهي. ان جو موجوده پتو معلوم ناهي، ٿي سگهي ٿو ته عبيدالله سان گڏ ڪابل ۾ هجي.

## فتح محمد سنڌي

اڳوڻو هندو جنهن کي دينپور رياست بهاولپور جي مولوي غلام محمد ان وقت مسلمان ڪيو ويو، جڏهن هو ڇوڪرو هو. مذهب مٽائڻ

کان پوءِ رهڻ لاءِ هو امروٽ ضلع سکر هليو ويو ، جتي ڇهه سال گذاريائين شڪارپور ۽ سکر ۾ پيڪري جا دڪان ائين ڪرائي ڪلن جو به واپار ڪندو آهي . جولاءِ ١٩١٥ع ۾ مولوي عبيدالله سان گڏ ڪابل ويو . مارچ ١٩١٦ع ۾ عبيدالله، برڪت‌الله وغيره جا خط، هن ملڪ جي ڪن سازشين جي نالي ڪڻي واپس آيو . سيپٽمبر ١٩١٦ع ۾ ان جي گرفتاري جا وارنٽ جاري ڪيا ويا، پر هو مفرور ٿي ويو ۽ اڃا تائين ان جو پتو ۽ نشان معلوم ناهي .

## محمد حسن درزي آف حيدرآباد سنڌ

حيدرآباد جي شيخ عبدالرحيم جو سائي جنهن جي نالي تفصيلي خط روانو ڪيو ويو هو . صدر بازار جي ويجهو ڪاچ والا هوٽ اسٽريٽ ۾ رهي ٿو . شيخ عبدالرحيم ان کي دينپور رياست بهاولپور موڪليو هو . تا ته هو ريشمي خط ڪڻي اچي جيڪي شيخ عبدالحق ڪابل سان موڪليا هئا، پر اهي اپٽري ته دير سان پهتا جو انهن کي حاصل نه ڪري سگهيو ۽ جو اهي خط خانبهادر رب نواز خان جي حوالي ڪيا ويا هئا .

## محمد صادق مولوي آف سنڌ

جنود ربانيه جي لسٽ ۾ ڪرنل آهي . سنڌ جي انتهائي ڪٽر وهابين ۾ شامل آهي. شيخ ابراهيم ايم - اي سابق پروفيسر حبيبيه ڪالج ڪابل، هن جو پائٽيو آهي .

جنگ لڳڻ کانپوءِ هي سائو روپوش ٿي ڪري جهاد لاءِ پرو پيگنڊا ڪري رهيو آهي . عبيدالله، پير جهنڊي واري ۽ پين قريل سرهندي سنڌي پيرن سان ان جو تعلق آهي . ١٩١٥ع ۽ ١٦ ۾ قلات (بلوچستان) جي شورش ۾ ان جو هٿ آهي . هاڻي هو ڪارواڻ ۾ نظر بند آهي .

## عبيدالله

ان ريشمي خطن تي صحيحون ڪيون آهن . اڳ ۾ سک هو ان جو
اصلي نالو بوٽا سنگهه آهي . چيانوالي ضلع سيالڪوٽ جو رهڻ وارو
آهي . ننڍي عمر ۾ اسلام قبول ڪيو هئائين . شروعاتي تعليم سنڌ ۾
ورتائين پوءِ مدرسه ديوبند ۾ داخل ٿيو . درس جي تڪميل ڪان پوءِ ان
١٢ سال سنڌ ۾ گذاريا، پير جهنڊي ۽ نوابشاهه ۾ مدرسا قائم ڪيائين
١٩١٢ع ۾ ديـو بند واپس آيو، جتي جمعيت الانصار قائم ڪيائين جنگ
بلقان ۾، وڏي پيماني تي هلال احمر فنڊ لاءِ، روپيا ڪٺا ڪيائين، غير
ملڪي سال جي بائيڪاٽ جـي پرچار ڪري اهميت ۽ مشهوري حاصل
ڪيائين ۽ پوءِ هو دهلي ۾ رهاڪو ٿيو . جتي ان نظارة المعارف القرآنيه
قائم ڪيو . جنهن جو اڃا بـه ناظر آهي . هو مولانا ابوالڪلام آزاد
قاضي ضياءالدين، مولوي احمد چڪوالي، حسرت موهاني، محمد علي آف
ڪامريڊ، شوڪت علي، مولوي عبدالرحمان عرف مولوي بشير، مولوي
غلام محمد، عبدالقادر ساڪن، دينپور (ريـاست بهاولپور) شيخ عبدالرحيم
ساڪن حيدرآباد سنڌ وغيره وغيره جو ساٿي آهي . فيبروري ١٩١٥ع ۾
جڏهن لاهور جا جهادي شاگرد، فرار ٿي ڪري هندستاني متعصبن وٽ
پهتا، تڏهن هولاهور ۾موجود هو . مولانا محمودالحسن جو پڪو مريدآهي.
ان حضرت، مولانا تي اثر وڌو، ۽ نيٺ ان کي اسلامي اتحاد جو، ايترو
زبردست مبلغ بنايو جو ديو بند جي، مخفي مشورن ۾ شريڪ ٿيندو هو .
قصور جو محمد علي بي - اي، ۽ مولوي ابراهيم سنڌي ايم- اي، جيڪو
حبيبيه ڪالمج ڪابل ۾ عبيدالله جي سازش سان پروفيسر مقرر ڪيو ويو
هو حقيقت ۾ اتي انقلابي ڪم لاءِ زمين سڌي ڪرڻ لاءِ موڪليا ويا هئا.
جولاءِ ١٩١٥ع ڪوئيٽا ۽ قنڌار رستي، افغانستان ڏي روانو ٿـي ويو .
مولوي عبدالله سنڌي، فتح محمد ۽ محمد علي، احمدعلي جي پاءُ کي پاڻ سان
ڪڏ وٺي ويو .

اڪٽوبر ١٩١٥ع ۾ ڪابل پهتو پرنس عنايت الله جان، سردار نصرالله خان ۽ امير سان ملاقاتون ڪيون. حاجي عبدالرزاق سان ويجها تعلق قائم ڪيا. جيڪو نائب سلطنت جو پيش ڪار هو. محمد طرزي ايڊيٽر سراج الاخبار ۽ تسارا خان سان مليا، جيڪو امير جي فوجن جو ڪمانڊر انچيف هو، تعلق پيدا ڪيا. سول اسپتال ڪابل ۾ جرمن مشن جي ميمبرن سان مخفي ملاقاتون ڪيون. عبيدالله ۽ مولوي عبدالرحيم آزاد، علائقي جي ڪن حصن جو جرمن مشن جي وسٽرين ميمبرن کي دورو ڪرايو. هو جهاد جو جهنڊو بلند ڪرڻ لاءِ سڄي افغانستان کي پڙڪائي برطانيه جي خلاف جنگ ڪرائڻ جي ارادي سان هندستان مان ويو هو. فيبروري ١٩١٦ع ۾ هن عبدالله سنڌي ۽ فتح محمد کي ڪابل مان جهاد جي فتوي ۽ خط ڏيئي پنهنجي خاص خاص سائين وٽ هندستان موڪليو. جولاءِ ١٩١٦ع ۾ هن شيخ عبدالحق هٿان حيدرآباد جي شيخ عبدالرحيم ڏي ريشمي خط موڪليا. انهن خطن جي خبر پنجي ونسي ۽ اهي حڪومت جي قبضي ۾ اچي ويا. جنود ربانيه جي لسٽ ۾ ڪابل ۾ قائم مقام سالار آهي.

## رشدالله پير جهنڊي وارو

مشهور سنڌي پير رهندڙ ڳوٺ پير جهنڊو تعلقو هالا ضلع حيدرآباد ڏاڍو تعصبي ۽ جنوني آهي. سنڌ، ڪاٺياواڙ، بلوچستان، رياست بهاولپور وغيره ۾ ڇهه لک مريد انس کهڻو ڪري پنهنجي عقيدت وارن ۾ گشت ڪندو رهي ٿو. پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪڙو مدرسو دارالارشاد مذهبي تعليم ڏيڻ لاءِ قائم ڪيو انس، اهو عبيدالله ان اداره جو ١٩٠٩ع تائين ڪئين سال هيڊ مولوي ۽ ناظم رهيو آهي. پير رشدالله ڪٽر وهابي چيو وڃي ٿو ۽ چيو وڃي ٿو ته هن مجاهدن کي هڪڙي پيري، انهن جي نمائندي هٿان روپيا موڪليا هوا. انگلينڊ جو سفر ڪري چڪو آهي. عبيدالله جو خاص سائين بيان ڪيو وڃي ٿو، جنهن ان کي ڪابل وڃڻ ۾ مدد ڏني آهي. مولوي عبدالله سنڌي

۽ فتح محمد ڪابل کان جيڪي خط کڻي آيا هوا، انهن ۾ عبيدالله جي طرفان هڪ خط پير جهنڊي واري لاءِ هو، جنهن ۾ پير کي درخواست ڪئي وئي هئي ته جهاد لاءِ مدد ڪري . ريشمي خط آڻڻ وارو شيخ عبدالحق، عبيدالله جي طرفان هڪ خط پير لاءِ به کڻي آيو هو ، جنهن ۾ چيو ويو هو ته اهو احمد علي جي ذريعي هڪ هزار روپيا ( غالبا مولانا محمودالحسن کي ) موڪلي جيڪو حج لاءِ وڃڻ وارو آهي . جنگ شروع ٿيڻ کان ڇهه ست سال اڳي هو مذهبي جنون جو اظهار ڪندو هو . پنهنجي بيان مطابق انگريزي تهذيب ۽ عيسوي مذهب جي برائين جي مذمت ڪندو هو . جنگ لڳڻ کان پوءِ هن کلي ڪري جرمنن جي فتح جون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ جڏهن ترڪي به جنگ ۾ شريڪ ٿيو ته ترڪيءَ جي ڪاميابي جون ڳالهيون شروع ڪيائين . شايد عبيدالله جي خراب اثر ڪري هو خيال ظاهر ڪرڻ ۾ احتياط ڪرڻ لڳو آهي، پوءِ جي تحقيقات مان ظاهر ٿيو آهي ته پير رشدالله جو ڳانڍاپو ديو بند جي سازشن سان به هيو . چيو وڃي ٿو ته جهنڊي وارو پير پنهنجي مريدن کان جهاد جي بيعت وٺندو هو .

## شاهه بخش حاجي ڊاڪٽر سنڌي

جنود ربانيه جي لسٽ ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل آهي . حضرت مولانا جي نالي، عبيدالله جي خط ۾ به هي نالو آيو آهي . ڊاڪٽر حاجي شاهه بخش ولد امام بخش لشاري بلوچ ( ٽنڊو ) ٽوڙهو نئين چاڙهي شهر حيدر آباد سنڌ . هي واچ ميڪر ۽ تمام ننڍو زميندار آهي، ڪجهه يوناني طب جو ڪم به ڪري ٿو . هي انهي جهاز ۾ عرب ويو هو جنهن جهاز ۾ سهارنپور جو مولانا خليل احمد ۽ انهن جي پارٽيءَ، سيپٽمبر ١٩١٥ع ۾ سفر ڪيو هو ۽ ايس ايس اڪبر نالي جهاز ذريعي سيپٽمبر ١٩١٦ع ۾ هندستان واپس آيو هو . مولوي حبيب الله ۽ حڪيم عبدالقيوم ۽ شيخ عبدالرحيم (جنهن جي نالي تفصيلي

ريشمي خط روانو ڪيو ويو هو)، رهندڙ حيدرآباد سنڌ جو، تمام مخلص ساٿي آهي. مولانا محمود الحسن جي جهاد واري سازش جو رڪن هو. جهاز ڪان هندستان پهچڻ تي ان جلدي حڪيم عبدالقيوم ۽ شيخ عبدالرحيم کي تار ڪئي ته ان سان حيدر آباد ۾ ملن. هي ٻه ٽئي سڪهي ٿو ته هـو مولانا محمودالحسن جـا پيغام ڪٺي آيو هجي. محمودالحسن جيڪي انور پاشا ۽ غالب پاشا ڪان عرب ۾ جيڪي ڇهه فرمان ورتا هئا، اهي حاجي شاهه بخش ۽ ايس هادي حسن جي ڪڏهن نگرانيءَ ۾ هندستان موڪليا ويا هئا، تا ته سيد نورالحسن رهندڙ رنيڙي (يو پي) جي حوالي ڪري سگهجن.

# مخير حضرات ڏيان ڏين

مدرسه عربيه سراج العلوم ڳوٺ جمع لسڪاٽي تعلقه پنوعاقل ضلع سکر، ٻارهن سالن ڪان ديني تعليم سر انجام ڏيئي رهيو آهي، جتي مسافر طالب علمن جي رهائش، خوراڪ، ڪتابن وغيره جو انتظام مدرسه طرفان مفت ۾ ڪيو وڃي ٿو. زڪوات، خيرات ۽ خصوصي امداد ذريعي مدد ڪرڻ جي اپيل ڪجي ٿي.

پتو :- مولانا قمرالدين جسڪاڻي، معرفت محمد عمر شيخ دڪاندار، پوسٽ آفيس پنو عاقل، ضلع سکر، سنڌ.

# سنڌ ڪوارٽرلي پڙهو

سنڌ جي مشهور بين الاقوامي اسڪالر، سيد غلام مصطفيٰ شاه جي ادارت ۽ انتظام هيٺ شائع ٿيندڙ رسالو "سنڌ ڪوارٽرلي" پڙهو.

لهه و چڙ لاءِ ائڊريس:

D - 36 ڪراچي ائڊ منسٽريشن ڪو آپريٽو هائوسنگ سوسائٽي، لڳ شهيد ملت رو ڊ، ڪراچي - ٨

محمد ياسين شورو

# ناسوري جيوڙا

انساني نسل جي تاريخ ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ سان معاشرن، قومن، نسلن ۽ سماجن جي سڌرڻ ۽ ڪري خراب ٿيڻ جا سبب ازل ڪان اڄ تائين هڪ ڪرا ۽ ساڳيا ٿيندا رهيا آهن ۽ اڳتي ابد تائين به ساڳيا ئي ڪارڻ ٿيندا رهندا. اسين پنهنجي هن لکڻي ۾ انهي تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا والله هو الموفق.

بگڙيل قوم يا معاشري ڪي جڏهن ڪو سڌارڪ انسان، رهبر شخصيت ۽ استاد، ذلت ۽ پستيءَ جي زندگيءَ مان ڪڍي، عظمت ۽ بلندي جي آسمان تي پهچايو، جهل ۽ غلاميءَ جي قيد مان ڪڍي، علم ۽ آزادي جي معراج تائين پهچايو، تڏهن ان رهنما شخصيت ۽ عظيم استاد جي تيار ڪيل پاڪ صاف روشن ۽ ترقي يافته سوڙ کي، ڪن اندر حسن بلمتن، خود غرض ۽ پاڻ پائيندڙ شخصن لوڀ ۽ لالچ سان، ڪوڙ ۽ ٺڳيءَ سان، دغا ۽ دولاب سان پنهنجي قوم ۽ معاشري جي گڏيل خوش حالي ۽ ترقي کي سُري وانگر ڪائي نيٺ ناس ڪري ڇڏيو.

تاريخ جي اهڙن بد فطرت، بدڪار ۽ بد ڪردار ڏوڪيبازن، جيڪي چالون وڙهيون، سي ڪجهه هن قسم جون آهن. ڪڏهن ته پنهنجي قوم جي سڌاريندڙ ترقي ڏياريندڙ رهنما شخصيت سان ڪوڙي عشق ۽ فرمانبرداري جو دم هڻي ان جي پُر خلوص سائين، ورڪرن ۽ پوئلڳن جي قطار ۾ شامل ٿي تحريڪ کي ڦٽائڻ ۽ ناڪام ڪرڻ لاءِ بنياد وجهندا آهن. هڪ طرف تحريڪ جي پهرئين استاد جي ڪورس ۽ علمي ورثي اندر سلاوٽ ڪرڻ ۽ گڏيل مفادن جي مقابلي ۽ برابري قائم ڪندڙ تعليم ۾ پنهنجي طرفان اهڙا غلط اصول شامل ڪري، شخصي مفادن ۽ معاشري جي اندر ويڇو وجهندڙ اوچ نيچ جو تصور قائم ڪندڙ

ڳالهيون رل مل ڪري، تحريڪ جي تعليمي ڪورس کي ٻي اثر ۽ ناڪام بنائيندا آهن، جنهنجو لازمي نتيجو اڳتي هلي ڪري انهي سڌريل قوم ۽ ملڪ کــي وري علم کــان جهل ڏي، بلندي کان پستي ڏي، آزادي کــان غلامي ڏي، ٿيندو آهــي . اهڙن صورتن ۾ تحريڪن جــي صحيح ورڪرن ۽ پوئلڳن تي فرض آهي تہ هــو پنهنجي استاد ۽ رهبر جي ٻڌايل تعليم کي، اهڙن ملاوٽن کان پاڪ صاف رکن ۽ ڏوڪيبازن جي هٿ چراند کان بچائين . جيڪڏهن ڪنهن بہ تحريڪ جي پوئلڳن پنهنجي آزادي ۽ بقاء واري فلسفي ۽ علمي ڪورس کي بچائڻ ۾ هوشياري نہ ڏيکاري تہ انهن جو آئندي ۾ محفوظ رهڻ ۽ ترقي جــو معراج ماڻڻ محال ٿي پوندو . پارس قسم سڌارڪ انسانن جي تيار ڪيل معاشري ۾ مخالفن جون حرڪتون علمي ۽ عملي ميدانن ۾ ڪجهہ هن طرح ظاهر ٿينديون آهن . انسانن جي اندر معاشي ۽ معاشرتي هڪ جهڙائي کي ختم ڪري دولت جي ذخيره اندوزي ۽ فرد جي فضيلت جو بنياد، اخلاق ۽ ڪردار جي عيوض، رشتہ ۽ نسب تي ، جو رواج شروع ٿيندو آهي، پوءِ انهي بدعت سان قوم جو جڙيل شيرازو ، ذرا ذرا ٿي ويندو آهي .

قوم جي مربي انسانن جي محنت سان حاصل ٿيل بلندي ۽ معراج کي نہ سهندڙ عناصر ، جڏهن ختم ڪرڻ چاهيندا آهن تہ قائد سان سچي ۽ صحيح محبت جي جاءِ تي ڪوڙي محبت جو راڳ الاپيندا آهن . سچي محبت هيءَ هوندي آهي تہ پنهنجي اڳواڻ جي نقش قدم ۽ سنت تي قائم رهي پنهنجي سماج ۽ ملڪ جي ترقي، خوشحالي کي وڌائڻ ۽ محفوظ رکڻ لاءِ جڳ پال بنجي، پاڻ وساري جيئندا آهن، سير وچي ہر اُستاد جي پوکيل فصل کي ڪوسو واء نہ لڳي . ان فصل جو ڪو بہ سلو نہ لوساڻجي، فصل جي بهار ، خزان کان سدائين محفوظ رهي ، جنهن جي تازگي سان انسانيت جي روح کي تازگي ۽ سڪون ملندو رهي، امن ۽

سلامتي جو دؤر دائم رهي ، ڏاڍي کي هٿي خلاف، حرکت جي مجال نه هجي، چورکي پاڻ کي خلاف ڪو به پڇاء نه ملي، عزت، آزادي ، سلامتي هرڪنهن جو هڪ جهڙو حق هجي . ڪوڙي محبت هيء تهندي آهي جو استاد جي تحريڪ جي اصولن تي قائم رهڻ بجاء خود استاد جي شخصيت جي نمائشي پوڄا ڪئي وڃي، ان جي ناليءَ کي ته سون سان ڍلائي، ڪڇيءَ جو هار بنايو وڃي ، پر عملي زندگي ۾ استاد جي سيکاريل اخلاق کي جڳهه نه ڏني وڃي، استاد جي ناليءَ تي ڪا قنڌر ڪُهي قربان ڪرڻ سان ته عشق جو اظهار ڪيو وڃي، پر ڪنهن غريب ۽ پاڙي واري کي ڪُتون پڪري ته چڙ، پر ڪکڙ به برداشت نه ڪئي وڃي .

پنهنجي رهبر جي مزار تي ريشم ۽ بخمل جو غلاف (ڇَٽ) چاڙهي عشق جو اظهار ته ڪيو وڃي پر پنهنجي سڄي معاشري جي پائرن کي جوڙيءَ جو به ڪهڙو سٺو نه وڃي . ڪوڙي عشق جي مشهوري لاء ڪوڙا رنگ رچائڻ وارا پنهنجي اندر جي لالچ ۽ لوڀ، حرص ۽ هوس، پوري ڪرڻ خاطر پنهنجي رهبر جي صحيح تعليمي ڪورس کي مٽائي ان جي جاء تي وهمي عقيدن جو اهڙو ڪورس، جيڪو قومن ۽ نسلن کي ترقي کان رجعت پرستي جي پاندار ۾ ڪهلي هٽي، ان کي ڦهلائڻ تي وڏا وڏا حملا ۽ رقمون خرچ ڪندا آهن . انهي قسم جي زرپرست، انقلاب دشمن، شخصيتن جي هٿ چرائند کان ڪابه تحريڪ بچي نه آهي . خود الله تعاليٰ جي نبين جي محنت سان ۽ ڪمن مليل آسماني هدايت جي توحيد واري تعليم کي به سرمايه پرست ماڻهن مٽئن قسم جي حيلن ۽ طريقن سان ڦٽائي تاراج ڪيو . ڪڏهن عزير کي خدا جو پٽ چيو ويو، ته ڪڏهن عيسيٰ کي خدا جو پٽ سڏيو ويو . ڪنهن گروه آخري ڪاميابي لاء يهودي بنجڻ کي شرط قرار ڏنو، ته ڪنهن وري نصاريٰ بنجڻ

ڪي ۔ تاريخ جي انهن عظيم سڌارڪ انسانن جي ڏنل ترقي واري پروگرام ۽ علمي اثاثي کي، سرمايه پرستن ۽ انهن جي گهڙيل غلط مذهب جي عالمن هٿان کي ڦاٽي ويڙهي سان، مشهور ڪرائي، پيغمبر واري صحيح مذهب ۽ سچي علم کي پس منظر ۾ گم ڪري اپوجهه ماڻهن کي ڇيٺي تي ڪنڌ چاڙهي لڏو ڪري ڏيئي ڇڏيو ۔ اسان جيئن ته عرض ڪري آيا آهيون ته هر دؤر ۾ هر ترقي يافته تحريڪ کي ٻا ڪنهن انسانيت لاءِ مسيح شخصيت کي ناڪام بنائڻ لاءِ سرمايه پرستن هٿ جو فلسفو، هٿ جي عقيدت ۽ هٿ جا عالم پيش ڪيا. تاريخ جي عظيم سڌارڪ شخصيتن جي رهنما اصولن تي هلڻ بجاءِ ان جي نالن تي ديگيون لاهڻ ۽ مزارن تي عقيدت وچان سجدن ڪرڻ سان انهن شخصيتن جي خدمتن ۽ مقبوليتن مٿان قبضو ڪري، صحيح پيروڪارن کي ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون ڏياري پنهنجي مونو پولي ۽ هڪ هٽي قائم ڪئي ۔

تاريخ جي انهي عمل کي ڏسي ڪري، حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه و سلم هي ءَ دعا گهري ته "اي منهنجا الله! منهنجي قبر کي ميلي ملاکڙي جي جاءِ نه بنائجان ۽ منهنجي قبر کي بت نه بنائجان ءِ، جو پوڄيو وڃي، جيئن يهودين ۽ نصارن پنهنجي نبين جي قبرن کي بت بنائي ڇڏيو هو ۔ تاريخ جي انهن سڌارڪ انسانن جي تعليم ۽ تحريڪ کي موڙڻ لاءِ سرمايه پرستن جيڪو غلط ۽ ڪوڙو علم، فلسفو مشهور ڪيو ان ۾ هن ڳالهه کي مرڪزي حيثيت ڏنائون ته جنهن رهنما، انسان کي عزت، وقار سان، امن سلامتي سان، انصاف ۽ خوشحالي سان جيئڻ ۽ رهڻ جي جيڪا ڳالهه ڏسي آهي، جيڪو گُر سيکاريو آهي، يعني عدل قائم ڪرڻ، ظلم جي خلاف لڳاتار جدو جهد ڪرڻ، انهيءَ جذبي کي ختم ڪري، سجاڳيءَ کي، مردگيءَ سان بدلايو وڃي، پوءِ انهن تحريڪ دشمنن، خود غرض، استحصالي سرمايه پرستن، پنهنجي هٿ ٺوڪين مذهبي اڳوائن ذريعي، انقلاب جي پوئلڳن کي ۽ سجاڳ ماڻهن کي

چرس جي گولي سان پنگ ڄجي چڪيءَ سان، ننڊ ڏيڻي سمهارڻ جي ڪوشش ڪئي. مذهب يا تحريڪ جي انقلابي علم ۽ فلسفي جي باري ۾ هن طرح آلاپڻ لڳا ته اهو علمي اثاثو ٻن قسمن جو آهي، هڪ ظاهري، ٻيو باطني، ظاهري علم ۽ ڳالهيون رواجي شيون آهن، اصلي شيءِ ته باطني علم ۾ آهي، ۽ اهو باطني قسم تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن دنيا جي وسيلن کان هٿ ڪڍبو ۽ دنيا جي واسطن کان ڪنڌجي ڪري مست الست ٿي ڪوئي جهنگ وسائبو. مطلب ته رهبانيت جي اها تعليم ڏيئي ڪري انقلاب جي صحيح ڪورس کي انسانن جي هٿان کسڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ٿي. ڪهڙو ڪري اهڙن نظرين ۽ جڙتو، باطني، غيبي فلسفن جي پرچار ڪرڻ وارن ٻئين بين الاقوامي لحاظ سان انقلاب دشمن سامراجي طاقتن جو هٿ هوندو آهي. هي جنگ جو هڪ نئون لمولو آهي ۽ نئون محاذ به. جڏهن به لڙندڙ ڏريون لڙنديون آهن ۽ ڪا هڪڙي ڏر ميدان جي جنگ ۽ هٿيارن جي جنگ ۾ ٻي ڏر کان کٽي نه سگهندي آهي ته پوءِ پنهنجا وڏا وڏا اُچي دماغ وارا ماڻهو مخالف ڪئمپ ۾ انهن جي وس ۾ انهن جا هڏ ڏوکي بنائي موڪليندي آهي، پوءِ اهي هٿ ٺوڪيا خير خواه ۽ هڏ ڏوکي، انقلاب لاءِ لڙندڙ قوم سان صحيح فلسفي واري طاقت ۽ جوهر ختم ڪرڻ لاءِ هٿرادو فلسفو ۽ ڪورس کڻي عام ڪندا آهن ته جيئن جهد للبقاء وارو جذبو ختم ٿي وڃي، انهي جذبي کي ختم ڪرڻ لاءِ غلط علمي ڪورس ڏيڻ سان گڏوگڏ ثقافت جي ڳالهي تي برائي ۽ بد اخلاقي کي رواج ڏيڻ به انهن داخل ڪيل سازشي دماغن جي سوچ هوندي آهي. جيڪا قوم هٿيارن جي آوازن جي هيراڪ هوندي آهي ان قوم کي يڪتاري ۽ طنبوري، دهل ۽ شرناءِ، بين ۽ باجي جهڙي آوازن جو عادتي بنايو ويندو آهي. مخالف ڌارئين سامراج طرفان داخل ڪيل ايجنٽ، ملت جي زر پرست افرادن کي چونڊي چونڊي، پنهنجي منصوبي جو آلهءِ ڪار بنائيندا آهن، پوءِ ملت جا اندريان سرمايه پرست افراد، سرمايه جي ذاتي هوس خاطر بين الاقوامي سامراجي دشمن مشن لاءِ

مولانا محمد صادق



پرزا پرزا ڪرڻ ۾ دير نه ڪندا آهن، پر مختلف سڌريل ملڪن، سماجن ۽ قومن جا سرمايه پرست ذهن، پنهنجي دنياداري ۽ هوس پرستي جي پورائي لاءِ، ڊارڻي سامراج جي قوم ۽ ملت دشمنيءَ جي پرواه نه ڪندا آهن فقط سرمايه جي لالچ ۾ انهن جي ڪوڙي سرمايه داري واري فلسفي جا حامي بنجي پنهنجي آسودي تين جي هوس ۾ پنهنجي پوري قوم ۽ ملت جو بيڙو ٻوڙي ويهندا آهن، پر ننڍي ليول جو زر پرست فرد، بين الاقوامي زر پرستي واري استحصالي ۽ سامراجي گروه جو مفت ۾ رضاڪارانه طور تي ساٿي ۽ ممبر شمار ڪرڻ گهرجي. هر اهڙو سرمايه پرستي وارو نظريو رکندڙ، انقلابن ۽ تحريڪن جي دٻائڻ لاءِ ڪوڙن مذهبي فلسفن ۽ هٿ ٺوڪين تهذيبن جو وڏو سر پرست، ۽ سنڀاليندڙ نظر ايندو. چار ٻوڪڙيا ملان هڪ طرف هن جي نمائشي دينداري جي ساراه ڪندا نظر ايندا، ته ٻئي طرف چار آفيمي ۽ سرندائي ڪمس هٿ ۾ڏي " بابل سائين بادشاهي جو خير!" چوندي نظر ايندا، پر هي پنهنجي انهن پنهي مفت خور رضاڪارن جي سر پرستي ڪندي، تحريڪ ۽ انقلاب جي علم ۽ فلسفي خلاف، قوم جي پوري نسل کي علم جي روشني ۽ آزادي جي حق کان محروم بنائي، رهبانيت جي آڙاه ۾ اڇلائي منجهيل سٽ کي کولڻ وانگر وحدت الوجود جي موشگافين ۾ ڦاسائي، پاڻ مزي سان ويهي انهن اپوجهن جي عزت ۽ دولت لٽيندا آهن، جنهن جو نتيجو بين الاقوامي سطح تي غلامي جي شڪل ۾ وڃي ظاهر ٿيندو آهي، انهي قسم جي اذيت ناڪ، انسان ڪش، انقلاب دشمن، حرڪتن کان نه حضرت ابراهيم عليه السلام جو انقلاب بچي سگهيو نه موسيٰ عليه السلام جو نه عيسيٰ عليه السلام جو نه محمد رسول الله عليه السلام جو. هنن عظيم انقلابي انسانن جي پوئلڳن ۾ جڏهن کان شخصيت پرستي، بزرگ پرستيءَ، ترقي ورتي ته انهي رسم، قديم زمانه جي بت پرستيءَ جي جاءِ والاري هنوقت برهمڻن جي مندر جا بت ۽ درگاهن جون مزارون هڪ جهڙي تصور هيٺ پوڄيون وڃن ٿيون.

اهڙن باطل عقيدن ۽ مذهبي رنگ ۾ رنگيل وهمي ڪوڙن افسانن جڏهن به تحريڪ ۽ سچي مذهب جي جاءِ والاري ۽ نون نسلن جي ذهنن تي ڪوڙ ۽ سچ ۾ فرق ڪرڻ مشڪل ٿي پيو ته خدا جي رحمت سان ڪي شخصيتون اهڙيون به پيدا ٿيون جن انقلاب ۽ تحريڪ ۾ نواڻ آڻڻ جو عزم ڪري حق ۽ سچ جو جهنڊو بلند ڪيو. انهي راه ۾ ڪين گمراه غلط ڪار مذهب جي ناجائز استعمال ڪرڻ وارن ايڪسپلائيٽرن ۽ ٺيڪيدارن سان زبردست جنگ جوٽڻي پئي، جنهن جي پاداش ۾ الحاد ۽ ڪفر جي فتوائن جو نشانو بنايا ويا. فتوي بازي جي اهڙي نوازش کان وقت جو ابو حنيفو به نه بچي سگهيو، احمد بن جنبل ۽ ابن تميمه نه بچي سگهيو، محمد بن عبدالوهاب ۽ شاه ولي الله به نه بچي سگهيو، شاه اسماعيل شهيد ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي به بچي نه سگهيو، جمال الدين افغاني ۽ عبيدالله سنڌي به بچي نه سگهيو. تاريخ جي ستم ظريفي ڪنهن کان به ڳجهي ناهي. توحيد جي وڏي پرچارڪ ۽ واعظ ڪندڙ عيسي روح الله کي شيطاني ٽولي وارن خدا جو پٽ ۽ ٽيو خدا بنائي ڇڏيو. علامه ابن خلدون لکيو آهي ته هر سڌارڪ انسان جي تحريڪ ۽ پيدا ڪيل انقلاب، ملاوٽ ۽ خرابي ان جي گهٽ ۾ گهٽ ٽئين نمبر جانشين کان شروع ٿي ويندي آهي. ايتري وقت تائين انقلاب جا دشمن خود غرض ۽ زر پرست، انقلاب کي ختم ڪرڻ جون سازشون ظاهر باهر شروع ڪري ڇڏيندا آهن. ڏٺو ويو آهي ته اهڙيون سازشي حرڪتون کلم کلائي دشمن سڏائي وڙهڻ بجاءِ پنهنجو بنجي هڏ ڏوکي سڏائي ڪيون وينديون آهن. انقلاب پسند ۽ سڌارڪ افرادن کي گهرجي ته پنهنجي قومي ۽ ملي شخصيتن جي ڪارنامن ۽ خدمتن کي زنده رکڻ لاءِ حق ۽ سچ جي نعره کي بلند رکڻ لاءِ پنهنجن نسلن جي هدايت واسطي آئنده جون ترقيءَ واريون راهون روشن رکڻ لاءِ دوست نما دشمنن جي چالن کي سمجهن ۽ ڪٽڪ ڏيکاري جؤ وڪڻندڙن جو سودو نه وڻن، بلڪه اهڙي ڪوڙ جي واپار کي مارڪيٽ مان لوڏي ڪڍي ڇڏين.

محمد عثمان الوري

# سنڌ جو هڪ عظيم مجاهد درويش

سر زمين سنڌ، جن ناالي وارن، است جي مشهور اڳواڻن تي، فخر يا ناز ڪري ٿي، انهن مان سيد تاج محمود امروٽي جو نالو مبارڪ، ٻڌري پٽ وٺي سگهجي ٿو . حضرت امروٽي شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جا امام هئا، ان سان گڏ مجاهد، مفڪر، مفسر ۽ مدبر سياستدان به هئا. سندن زندگي جو هر ڪارنامو است جي رهنمائي ۽ رهبري ڪندي نظر اچي ٿو . حضرت جن نه سنڌ ۾ بلڪه پوري بر صغير ۾ تحريڪ خلافـــت ، تحريڪ ريشمي رومال ۽ آزادي جي تحريڪ ۾ پنهنجي اڳواڻي سان، ساه وجهي ڇڏيو هو ۽ ماڻهن ۾ جهاد جو جوش جاڳائي ڇڏيو هو . سندن سرويچيءَ جا مثال قيامت تائين باقي رهندا ۽ تاريخ ۾سندن شاندار ڪارناما سج جيان چمڪندا رهندا . فرنگين جي دؤر ۾ جڏهن ته خانقاهن جــي اندر آزادي جو جذبو ٺنڊو ٿي چڪو هو ، تڏهن فقط امروٽ جي خانگاهه هئي، جڪا رات ڏينهن مسلمانن ۾ جهاد جي جذبي جا ڳاڻ لاءِ سرگرمي سان، ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جـا ڪوڙ ڪري، سياسي سوچ جا ڳائــي رهي هئي . ان سان گڏ عملي طرح بہ هر قسم جي قرباني پيش ڪري رهي هئي ، جنهن جي حشمت ۽ جرئت آڏو فرنگي سامراج پاچ ڪائي رهيو هو . حضرت جن، شيخ الهند مولانا محمودالحسن جي مشن جا وڏا جرنيل ۽ خصوصي ساٿي هئا. مٿانئن حضرت شيخ الهند کــي وڏو پروسو هيو . تحريڪ ريشمي رومال ۾ امروٽ شريف، سنڌ جو هڪ اهم مرڪز ڳڻيو وڃي ٿو ، جتي مخفي پروگرام حضرتن جي نگراني ۾ طيءَ ڪيا ويندا هئا. انگريز، هميشہ بزرگن کان خوفزده رهندا هئا ۽ وڏي چالاڪي سان جاسوسي ۽ نگراني ڪرائيندا هئا، ڇو ته کين پتو هيو ته امروٽي بــزرگ ۾ي اهڙي طاقت آهي، جڪو انهن جو مقابلو ڪري سگهي ٿو ، ۽ هي

سچ آهي تہ بزرگن، عملي طرح انگريزن سان وڙهڻ لاءِ ڏجهہ ٺي ڳوليا ۽ جڏهن بہ انگريز آڏو آيا، هار کائي معافيون وٺي جند ڇڏايائون . حضرتن آزادي جي تحريڪن جي اڳواڻي ڪندي پنهنجي تمام وڏي جماعت کي جهاد لاءِ تيار ڪيو، جيڪي هر وقت سر ڏيڻ لاءِ حڪم جي انتظار ۾ رهندا هئا. حضرت امروٽي جون علمي خدمتون بہ گهڻيون ساريون آهن، جن مان قرآن حڪيم جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو خصوصي طرح قابل ذڪر آهي . سندن هٿ تي هزارين ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿيا ۽ بي شمار ماڻهن کي اخلاق ۽ روحانيت جو سبق مليو . سندن خليفن بہ پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ لکين انسانن کي حق ۽ سچ جو رستو ڏيکاريو . مشهور بين الاقوامي شهرت جو مالڪ ۽ فلاسافر مولانا عبيدالله سنڌي بہ سندن خاص متعلقن منجهان هو .

حضرت امروٽي ئي مولانا سنڌيءَ جي واسطي هڪ وڏو ڪتبخانو قائم ڪرايو ۽ شيخ الهند رحہ جي مشن تي افغانستان طرف روانگي ۾ ڀرپور مدد ۽ رهنمائي ڪئي . حضرت امروٽي رحہ جي ڪشف ۽ ڪرامتن جا واقعا اڄ بہ ماڻهن کي ياد آهن . هن وقت ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ سندن جرئتمندانہ اڳواڻي ۽ باطل جي مقابلي ۾ جهاد واري جذبي کان ماڻهن کي واقف ڪيو وڃي ، تا تہ ان جي روشني مان سندن پيروڪار آئنده لاءِ پنهنجون پنهنجون شمعون ٻاري اڳرانگا پيرا اُکري سگهن .







مولانا خان محمد نوحاڻي

# منهنجي لاءِ مارو رنا ڪيئن نہ هوندا

اي فدا امروٽ جو والي ورهاڻي ٿو ولي
وٺ تهين حضرت هٿان وحدت سندو واپار اڄ



رسول الله صلي الله عليه و سلم جي اُمت جي مجاهد ۽ سنڌ جي سرتاج حضرت تاج محمود امروٽي کي ڪير نہ سڃاڻي؟ جنهن جي دهشت کان سنڌ ۽ بر صغير ۾ انگريز بهادر جي ننڊ ڦٽي چڪي هئي، هوندي تہ حضرت امروٽي هڪ ضعيف ۽ ڪمزور، ايترو ڪمزور جو ڏسڻ سان ائين پائنبو هو تہ جڻ هڏن جي پڃري تي کل چڙهيل آهي، پر هن پيڙڙي جرنيل جي ڌمڪاءَ فرنگين جي ساني ٿي وهہ ڪري ڇڏي هئي. فرنگي منافق هن پيڙڙي سان آمهون سامهون وڙهڻ جي تہ همت ساري نہ سگهيا، پر پاڙيتو چاڙتن هٿان مختلف حيلن ۽ بهانن سان ڪئين ڀيرا ڪين زهر ڏياريائون. مولوي امين علي پنهور رهڙي واري جي روايت مطابق حضرتن کي ٩ دفعا زهر ڏياريو ويو.

مولانا محمود حسن هاليجوي جي روايت مطابق ڪاڏي ۾ زهر ملائي ڪري کارائڻ جا ٽي واقعا مشهور آهن.

مولوي امين علي صاحب ٻڌايو تہ ڪيترا ڀيرا انگريزن پنهنجن چاڙتن ذريعي زهر جون پاڻي ڀاريل سوئون، مصلي ۾ گوڏن ۽ ترين جي جاءِ تي لڪائي هٿايون، جن جي تڪليف ڪان حضرتن کي هميشہ گوڏن ۽ هٿن جي سخت تڪليف رهي ۽ سُمن ذريعي زهر ڏيڻ کي ڪيترن ڀيرن کان پوءِ سمجهو ۽ جاتو ويو. ان کان پوءِ هميشہ مصلي جي وڏي حفاظت ۽ نگراني ڪئي ويندي هئي، جو جيئن ڪو دشمن وري دشمني نہ

ڪري . منهنجو امروٽي پوري سنڌ ۽ هند ۾ انگريزن جي خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ مسلمانن کي قرآن ۽ حديث جا جهاد وارا احڪام پڙهائيندو هو ۽ پاڻ ڪيترا ئي گهوڙا ڏاريا هئائون، انهي نيت سان ته انگريزن جي خلاف جنگ ڪريون .

منهنجي امروٽي جو حق جي راهه ۾ لڙڻ وارو جذبو سنڌ جي اڻ پڙهيل جهانگملو ماڻهن کي آزادي جو ڪوڏ بو بڻائي چڪو هو . الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ امروٽ جي آشرم تان فرنگي سامراج خلاف نفرت ۽ غلامي جي خلاف جهاد ڪرڻ ۽ آزادي لاءِ جنگ لڙڻ جي عملي تربيت ملي رهي هئي . منهنجو امروٽي ، جهڙو غازي جرنيل ۽ مجاهد هيو ، اوڏو ئي روحانيت ۾ فنا في‌الله ۽ بقا بالله جي منزل جو مالڪ هيو . يار کي راضي ڪرڻ لاءِ بُلا شاه واري نظريي :

"ڪيري بندياں سمڏي عزت نه گهٽدي،
مين نون نچ نچ تي يار مناوڻ ڏي"

جي اُبتڙ، يار پرچائڻ لاءِ امروٽي، سر ڏيڻ جو سودو سڪار پندو هيو . رت جي راند سان سرڻ کي فخر سمجهندو هو . منهنجو امروٽي وڏي واڪي چوندو هو ته :

اسان تي ملڪ مذهب جي مدد لازم سرڻ تائين
انهي اعلان ۾ ايذا وسي آخر ته بسم‌الله

امروٽي پنهنجي جوش ۽ جذبي سان سنڌ جي قديم شاندار ماضي کي اهڙي وقت دهرايو جڏهن سنڌ جي ماڻهن جا ذهن هڪ سؤ سال غلامي هيٺ رهڻ ڪري مايوس ٿي چڪا هئا.

امروٽيءَ، دشمن جي خلاف مٽيءَ جي ماڻهن کي رڪ ۽ فولاد جو ماڻهو بڻايو، جيترا فقيري ۽ درويشي ۾ اتم هيا، اوڏائي سياست، فراست، جرئت ۽ جوانمردي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيا .

سنڌ ۾ هندو مسلم فرقن اندر وڏي ڇڪتاڻ پيدا ٿي وئي. شُڌي سنگٺن تحريڪ جو وڏو سبب به امروٽي بزرگ وٽ هندو ماڻهن جي مسلمان ٿيڻ کي قرار ڏنو ويو. ان طرح سان فرقيواراڻه نفرتن جنم ورتو. تنهن هوندي به حضرت امروٽي برصغير جي آزادي واسطي هندن ۽ مسلمانن جو گڏيل ليڊر ۽ مڃيل اڳواڻ هو. هي بجا آهي ته ڪن جذباتي هندن حضرتن جي خلاف سنڌ جي ڪمشنر کي شڪايتون ۽ احتجاج ڪيا ته بزرگ تاج محمود امروٽي علم تسخير، جي زور تي اسان جي واڻين کي مسلمان بنائي ٿو. اها انڪوائري سکر جي انگريز ڪليڪٽر جي هٿان ڪرائي وئي، جڏهن بزرگن کي ڪليڪٽر آڏو پيش ٿيڻ جو سرڪاري حڪم نامو موڪليو ويو، ته ان وقت بزرگن وٽ به انگريز گورا مسلمان ٿيڻ لاءِ پهتا هئا. بزرگن انهن کي اتي درگاهه تي مسلمان ڪرڻ بجاءِ چيو ته هلو ته توهان کي وقت جي حاڪم آڏو جنهن وٽ مون کي پيش ٿيڻ جو حڪم مليو آهي مسلمان ڪيان - انهن کي ساڻ ڪري سکر، ڪليڪٽر آڏو پيش ٿيا. جنهن بزرگن کي چيو ته هندن توهان جي خلاف شڪايتون ڪيون آهن ته توهان انهن جي ماڻهن جا علم جي زور تي ذهن تابع بنائي پوءِ کين مسلمان ڪريو ٿا. جيڪا هڪ زيادتي ۽ نامناسب ڳالهه آهي.

بزرگن ڪليڪٽر صاحب کي چيو ته مون وٽ جيڪي هندو، مسلمان ٿيا آهن، سي پنهنجي خوشيءَ سان پنهنجي گهران مسلمان بنجڻ جي نيت ڪري اچي مون وٽ ڪلمو سکي مسلمان ٿين ٿا، جيڪڏهن آئون علم جي زور تي يا ڪنهن ٻئي هنر سان انهن جا ذهن تابع ۽ مجبور بنايان ها ته جيڪر امروٽ جا سيئي واڻيا مسلمان ڪري ڇڏيان ها. منهنجي نظر جي تاثير يا توجهه ذريعي ڪنهن کي مسلمان بنائڻ جي جيڪڏهن شڪايت درست هجي ها ته اڳ ۾ امروٽ جا واڻيا، مسلمان ٿين ها، پوءِ ٻين جي شهرن جا، اوهان کي سڌ هئڻ گهرجي ته امروٽ جو هڪ به واڻيو، مسلمان نه ٿيو آهي، پوءِ ڪيس فرمايائون ته جنهن وقت مون کي

توهان وٽ حاضر ٿيڻ جو حڪم ٿيندو ، عين ان وقت هي ٻه انگريز عيسائي الائي ڪٿان مون وٽ مسلمان ٿيڻ لاءِ آيا. آئون انهن کي ڪلمو پڙهائڻ کان اڳ توهان وٽ ساڻ وٺي اچڻ مناسب ڄاتم ته جيئن اوهان هنن کان پاڻ مسلمان ٿيڻ جو سبب پڇو . پوءِ ڪليڪٽر انهن کان مسلمان ٿيڻ جا سبب پڇيا.

هنن ٻڌايو ته اسان پنهنجي سوچ ، ويچار ، غور ، فڪر ، احساس ۽ کوجنا سان هن نتيجي تي پهتا آهيون ته اسلام ٻين سڀني مذهبن جي ڀيٽ ۾ انسانن جي صحيح رهبري ڪري ٿو وغيره وغيره .

انگريز ڪليڪٽر مطمئن ٿيو ، بزرگ، ان کان موڪلائي وڃڻ لڳا ته ڪليڪٽر صاحب خواهش ڏيکاري ته اوهان جيڪر هنن ٻن عيسائين کي منهنجي روبرو اسلام تي آڻيو ۽ مسلمان بڻايو ته آئون به اهو نمونو ڏسان، پوءِ بزرگ انهن ٻن انگريز عيسائين کي ايمان جون دعائون، ڪلمي جي تعليم ۽ اسلامي حڪمن جي تلقين ڪئي . حضرت امروٽي، هندن طرفان اهڙن مخالفتن ۽ شڪايتن باوجود آزادي جي تحريڪ ۽ جنگ ۾ مذهب جي ذات پات جي پيد کان بلند ٿي بر صغير جي سڀني قومن جي ڇوٽڪاري ۽ آزادي لاءِ لڙيا. اوهان کي عجب ٿيندو ته جنهن ڏينهن حضرت امروٽي کان ٻاگڙجي اسٽيشن تي هڪ مسلمان ٿيل ڇوڪري، نورالحق کي واڻيا وڏي انبوهه سان، اچي ڪري ڦري زوري کڻي ويا ۽ حضرتن جي ساٿي ۽ فقير يار محمد کي انهي ويڙهه ۾، ۽ ڇوڪري نو مسلم جي بچاءِ ۾ ڏاڍيون لٺيون هنيون ويون ۽ ڌڪا ڏنا ويا. اها بزرگن جي جي ڪمتري نه توهين، هلڪڙائي ۽ بدنامي ٿي، پر حضرت اها تڪليف سهي ۽ واڻين هٿان مسلمان ڦرائي جڏهن امروٽ پهتا ته اتي به هندو سوراجي (ڪانگريسي) ورڪر شڪارپور مان سندن خدمت ۾ حاضر ٿيا، ۽ عرض ڪيائون ته ڪانگريس جي صدر ديش ٻنڌو پرومل ٻگراج جو ڪمس ڏيڻي ڪليڪٽر صاحب، شڪارپور جي بدلي ڪڙهي پاسن ۾ هلائڻ گهري

ٿو ۽ اُتي پٺاڻن جو وڏو زور آهي، اسان ڳڙهــي ياسين ۾ ڪئمپ هڻڻ
ويا سين ته خانبهادر در محمد خان پٺاڻ ۽ خانصاحب شمس الدين خــان پٺاڻ
(آغا بدرالدين مرحوم جو پيءُ) جن ڪئمپ هڻڻ نه ڏني . بزرگ اهــا
ڳالهه ٻڌي جوش ۾ اچي ويا. فرمايائون ته اهو درو انــدو ڪير ٿيندو
آهي جو اسان کي ڪئمپ هڻڻ کان روڪي . درگاه جي نا ڪــري، فقير
مبارڪ کي حڪم ڪيائون ته آٽو، چانور، دال ۽ ديگيون کڻائي
ڳڙهي ياسين پهچي، ۽ ٻين فقيرن کي حڪم ڪيائون ته توهان جوٿمجن ۽
ٻين ڳوٺن مان ٽوا، پترون، پچر، هٿ ڪري راتو رات، درو اندي جي
ٻني ۾ وچي لانڍين جي ڪئمپ هڻو. فقيرن رات جي پهٽ ۾ اهو سڀ
ڪجهه ڪري ڇڏيو. صبح جو ڪٽي پٺاڻ ڏسن ته سندن ٻني ۾ ڪئمپ
لڳي پئي آهي . ڇني جي ٽوٽين مان پسٽل، آزادي جا جهنڊا جهولــي
رهيا آهن . امروٽي جي فقيرن مان ڪئمپ پري پئي آهي، ڳڙهي ياسين
جي شهر ۾ ڪشان ڪشان سوراجي ورڪــر پهچي چڪا هئا . صبح
سوير ئي حضرت جن امروٽ شريف کان نڪيءَ تي چڙهي ڪئمپ ۾ اچي
پهتا ۽ جمڪي ڏينهن ڪيس هليو ايتري تائين سوراجي سائين مان ڪــڏ
ڪئمپ تي رهيا.

ياگڙجي اسٽيشن تان نــور الحق شيخ جي ڦرجي وڃڻ ۽ ظاهري
نموني انهي بيعزتي جي تقاضا ته اها هئي جو درگاهه تي آيل هندو سوراجي
ورڪرن کي منهن نه لائن ها، پر سنهنجو امروٽي ڪو ختمائي ملان
ڪونه هو يا فتوا باز پروفيشنل درباري ڪونه هو . هي هستي قومن جي
تقدير مٽائڻ ۽ تاريخ جي وهڪرن کي موڙڻ ۽ غلامن کي آزادي ڏيارڻ
وارو هيرو ۽ شهسوار جرنيل هو .

هونئن ته پوءِ نورالحق شيخ جي، ڦرجي وڃڻ جو ڪيس، ياگڙ جي
ٿاڻي تي داخل ڪيو ويو ۽ عدالت ڪيس هلائي وائين جي موقف کي، هن
اطمينان ڪرڻ کان پوءِ رد ڪري ڇڏيو ته نو مسلم نورالحق عاقل بالغ

آهي . هو جنهن ڳالهہ کي بنا لالچ ۽ زور زبردستي جي پسند ڪندو اهو ان جو ذاتي اختيار ۽ حق آهي . پوءِ نورالحق عدالت ۾ پنهنجي بيءَ، ماءُ ۽ مٽن مائٽن کي صاف صاف چيو تہ، مون پنهنجي سوچ سمجهہ ۽ رضا خوشيءَ سان اسلام قبول ڪيو آهي . انهن چئي پئي طرف بمثل پيڙي امروٽي کي، " بابا بابا " چئي ڪري وڃي چنبڙيو . اها مشهور فتح بزرگن جي مشهور شاعر فدائي پنهنجي شعر ۾ هن طرح آندي آهي تہ :

الاالله جي ساڻ اشاري ڪفر ڪٽيو منهنجي پير پياري
شيخ شڪاري چائي ويا چاري باڪڙجيءَ جا پوت بازاري
اهو مرد آندو محبوب سهاري
الاالله جي ساڻ اشاري، ڪفر ڪٽيو ......

هرشون آئي فتح فدائي باند تنہا سڀ باڪڙجائي
ڪمن بچاين پيل پڌاري
الاالله جي ساڻ اشاري، ڪفر ڪٽيو ......

منهنجي امروٽي جي زندگي، مدبرانہ قيادت ۽ جرئت مندانہ سهادت نہ فقط سنڌ وارن لاءِ پر دنيا جي آزادي پسند محڪوم قومن لاءِ داستان حريت جو هڪ بي مثال باب آهي . اڄ بہ جيڪڏهن ملت يا قوم سندن پير تي پير رکي، قدم سان قدم ملائي، منزل جي طرف روان دوان ٿيندي تہ ضرور پنهنجي مراد ماڻيندي .

سندن سوانح حيات پوءِ اچڻ وارن کي سيکاري پئي تہ :
سکن واري سڌ مون سان ڪانہ ڪري،
اندر جنهن جا اڌ، ڏونگر سي ڏوريندي يون .

حضرت امروٽي انگريز سامراج خلاف پڌري پٽ جنگ جو اعــلان ڪيو ، ڳوٺائن کي لڙڻ جو سڏ ڏنو . سنڌ جي سورهيہ پير صبغةالله شاه

پاڳاري رحه جي جنگ آزادي جو ساٿ ڏنو، عبيدالله سنڌي جهڙي عمر ملڪي تحريڪن ۾ مدد ڪئي، ريشمي رومال تحريڪ جي مرڪزن مان هڪ مرڪز امروٽ کي بنايائون . هند جي آزادي لاءِ ٺاهيل فوج جنود ربانيه جا ليفٽيننٽ جنرل بنيا. مطلب ته بزرگ کلي ڪري لڙڻ جا قائل هيا، دشمن کي منهن تي چوندا هئا ته مان تنهنجي رت جو پياسي آهيان. نظر ائين ٿو اچي ته لاڪيڻي لطيف جي هن بيش ڪمل تصوير جا سچا پچا نمونه هيا، جنهن ۾ فرمائي ٿو ته :

الا ڪر جيئن مدي جن جي من ۾
اسان ۽ ڀر ٻن جون اميدون ٻجن
تهان پوءِ مرن، سڙي انهيءَ سور ۾.

بزرگ امروٽي پنهنجي پوري زندگي ۾ پنهنجي روحاني طاقت سان پاڻ انگريز جي هٿ تي گرفتار ٿيڻ نه ڏنو. انهي روحاني تصرف هلائڻ جو سبب فقط هي هو ته انگريز مون کي گرفتار ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيڻ تي مشتعل ٿي ۽ چڙي پوي، پوءِ مون سان جنگ ڪري ته مان کيس ڏينهن جا تارا ڏيکاريان . هي روز روشن وانگر ثابت آهي ته ڪيترا پيرا بزرگن کي انگريزن مکر، ڪراچي ۽ ٻين مرڪزي شهرن ۾ گهرايو ته هتي حاضر ڪري کيس گرفتار ڪريون پر بزرگن کي پاڻ وٽ گهرائڻ کان پوءِ ڪين پوئتي جون، هي سي آءِ ڊي رپورٽون ملڻ شروع ٿي ويندي يون هيون ته هتي پهچڻ ۾ يا امروٽ ۾ هي هلي ويو آهي ته بزرگ گرفتار ٿي ويا آهن . انهي خبر يا افواه سبب پوڻائن جا جٿن جا جٿا نڪري رهيا آهن ۽ ماڻهو وڏي ميڙ جي شڪل ۾ گڏجي شايد انگريز سرڪار خلاف ڪو سمڻ مچائين، پوءِ اهڙين رپورٽن سبب جلد سرڪار بهادر پيڙي امروٽي کان هٿ جوڙي معافي وٺي عزت سان امـــروٽ پهچائيندا هئا. حافظ علي محمد عاقل واري پڌايو ته اهڙي نموني هڪ پيري سنڌ جي ڪمشنر، حضرتن کي ڪراچي گهرايو، حضرتن پاڻ سان گڏ پنهنجي تحريڪي

مخلص سائي لاڙڪاڻه جي مشهور وڪيل خانصاحب غلام محمد کي ساڻ ڪري ڪمشنر وٽ ڪراچي ۾ پيش ٿيو ، ايتري ۾ پوئتان ٻي مشهور ٿيو ته امروٽي، بزرگ کي انگريزن گرفتار ڪيو آهي . انهي خبر سبب سکر ۽ شڪارپور ۾ گهوڙاٺا ساٺهو گڏ ٿيڻ لڳا ۽ وڏا مهڙ ڪٺا ٿي ويا. انهن جي غصي سبب قريب هو ته انگريزن جي خلاف ڪا بغاوت شروع ڪري ڏين، جڏهن اهي رپورٽون ڪمشنرکي ڪراچيءَ ۾ مليون ته جلدي ڪمشنر صاحب بزرگن کي عرض ڪيو ته اسان جي گهرائڻ جو مطلب چڙو کي ڳالهيون پڇڻيون هيون ۽ بس ، سو مهرباني ڪري اوهان جلدي واپس امروٽ شريف پهچو . بزرگن فرمايو ته روز روز وڏي شهر اچڻ ڪونه ٿو ٿئي، منهنجي طبيعت خراب رهي ٿي، آئون ڪنهن ماهر معالج کان علاج ڪرائيندس، انهي ڪري ڪجهه ڏينهن هتي رهڻو پوندو . ڪمشنر منٿ، سماجت ڪئي ۽ چيو ته اوهان جلدي واپس ٿيو جو پوئتي وڏو گوڙ ٿي ويو آهي ۽ توهان جي علاج لاءِ اسان امروٽ ۾ ئي بندوبست ڪريون ٿا ۽ تمام جلدي ڪراچي جي هڪ مشهور ۽ ماهر ڊاڪٽر کي گهرايو ويو . ان کي بزرگن سان ساڻ ڪري تڪڙي سواري ۾ واپس سکر، پوءِ امروٽ موڪليو ويو .

هي هيو امروٽي بزرگ جو اهو روحاني تصرف جنهن کي سهڻي لطيف هنن لفظن سان تعبير ڪيو آهي ته :

نَوَ نير ڏهه ڏاوڻيون، بندرهن پيد پهاس،
جڏهن سڄڻ ياد پهاس، ته چرڪ چنائين هوڪڙي .

منهنجي امروٽيءَ سڄڻ جي ياد ۾ پوري چمار چرڪ ۾ گذاري. بزرگ امروٽي جڏهن جو سمنبد هو ۽ انساني تاريخ جي انقلابن جي سردار حضرت رسول الله صلي‌الله عليه و سلم جي عشق ۾ پڌل هو ۽ الله جسي هيڪڙائي واري ذات ۾ ايترو ته فنا ٿيل هو جو ڪمس

انگريز دشمن، انهن جي فوجن ۽ هٿيارن جي ڪابہ پرواهہ نہ هوندي هئي. سندن اهو خدا سان عشق هيو جنهن جــي جلوي سبب دنيا جي طاقتن کان خوازده نہ ٿيندا هئا:

جيئن جيئن پرين پسن، تيئن تيئن نشا ليئهن جا،
ڍايون نہ ڍاپــن، پسڻ منجهان پرينءَ جــــي.

(شاهہ رحہ)

بزرگ امرو‌ٽي، پنهنجي زماني ۾ جيڪو انقلابي ڪم، هٿ ۾ ڪنيو هيو، ان جو تذڪرو ۽ بيان اسان پنهنجي لکڻين ۾ ۽ مجلسي حوالن ۾ تہ سولائي سان پڌائي چڏيون ٿا، پر ڪين آيل مشڪلاتن ۽ رڪاوٽــن جو تمام وڏو داستان آهي.

ڪليل دشمن سان تہ لڙڻ تمام سولو لڳندو آهي پر جڏهن ڪو پنهنجو ٿي ڪري دشمن بڻبو آهي تہ ان سان لڙڻ نهايت مشڪل ٿي پوندو آهي بلڪل انهي نموني منهنجي امروٽي جا دشمن اهڙا بہ بڻيا جيڪي پنهنجي وقت جـــا عالم، فاضـــل، پير، فقير ۽ پنهنجي وقت جـــا مفتي بہ هئا، جن فرنگي حڪومت کـان ٽڪا وٺي ڪري، بزرگ امروٽي جي خلاف اشتهار ڇپرايا، بزرگن جي طرفان انگريز خلاف هلايل جهاد جي تحريڪ خلاف فتوائون ڇپرايون ۽ انگريزن کي السلطان ظل‌الله في‌الارض جو مصداق بڻائي پيش ڪيائون ۽ قوم جــي اميرن، جاگيردارن انگريز سرڪار جو ٽوڊي بڻجي پنهنجي قوم جي غلامــي جي زنجيرن کي وڌيڪ مضبوط ڪيو ۽ ڪيترن ديس واسين ولائت پاس‌ڪريجوئيڻن بہ فرنگي جي امورو ڪريسي ۾ شامل ٿي پنهنجن کي غلامي جي زنجير ۾ جڪڙيو، اِهو اُهو وقت هيو جڏهن منهنجو امروٽي انگريــزن کان نان ڪو آپريشن (عدم تعاون) واري تحريڪ ذريعي سرڪاري نوڪريون ڇڏائي، بائڪاٽ ڪرائي رهيا هئا، غريب ماڻهو تہ پنهنجون بيلداريون ۽ هٿيواليءَ جهڙيون نوڪريون ڇڏي امروٽي جو ساٿ ڏيئي رهيا هئا، پر امير، اِلا ماشاءالله.

ڪر ٽو ڪرايون ڪرين هر هر هچارا پورايئي پرينءَ جا چوڌاري چارا،
سرين نہ سُنهن ڪارا، سڙي انهيءَ سور ۾.



# وما آتا کم الرسول ط
# فخذوه ومانهاکم عنہ فانتهوه ٥ آیت

جيکي اوهانکي رسول الله صلي الله عليه وسلم ڏئي،
تہ انکي وٺو! ۽ جنهن شيءِ کان اوهانکي جهلي،
تہ ان کان رکجي وڃو.

تمام کهڻي شکريي سان


## ويسٽ پاکستان ٽينکس ٽرمينل ليميٽڊ

٢٢- اوائل انسٽاليشن ايريا، کماڙي، کراچي پاکستان.

ٽيليفون نمبر: ٢٣٩٣٨٢، ٢٣٦٤٣٦

ٽيليگرام: هني سولا- ٽيليکس ٢٧٧٨ سيلاز پاک

بسم الله الرحمن الرحيم

ان الصلواة تنهىٰ
عن الفحشاء والمنكر

بيشڪ نماز
براين ۽ بدڪارين ڪان
روڪي ٿي.

مهرباني سان

گهي ڪارپوريشن
آف
پاڪستان لميٽڊ

Regd. S No. 3175
Monthly AL-SADIQ Karachi

# اي وطن جا نوجوانو!

جڏهن مون ڏٺو تہ منهنجي هن درد جا حال ڀائي (جنهن جي ڪري منهنجون هڏيون بہ ڳري رهيون آهن) مدرسن ۽ خانقاهن ۾ گهٽ ۽ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ زياده آهن، تہ مون ۽ منهنجي ڪن پُر خلوص سائين، هڪ قدم علي ڳڙهہ ڏي وڌايو ۽ انهيءَ نموني اسان هندستان جي ٻن تاريخي مرڪزن ( ديوبند ۽ علي ڳڙهہ ) جو رشتو ڳنڍيو. شايد ڪيترا ئي نيڪ نيت بزرگ، منهنجي هن سفر تي اعتراض ڪن ۽ مون کي منهنجي مرحوم بزرگن جي مسلڪ کان ٽريل سڏين، پر نظر وارا سمجهن ٿا تہ جيتري قدر آءٌ بظاهر علي ڳڙهہ ڏي آيو آهيان، ان کان ڪيترو ئي وڌيڪ علي ڳڙهہ مون ڏي آيو آهي.

*　　*　　*　　*

ڪاميابي جو سچ سدائين مصيبتن ۽ ڏکن جي ڪکرن ڪسي ڇيري نڪرندو آهي ۽ اوچين اُميدن جو چهرو سخت کان سخت مشڪلاتن جي جهرمٽ مان منهن ڏيکاريندو آهي.

*　　*　　*　　*

مٿين تقرير مولانا شيخ الهند محمودالحسن رحہ جامع مليہ جي افتتاح جي موقعي تي جامع مسجد علي ڳڙهہ ۾ ١٩٢٠ع ۾ ڪئي، مڪمل تقرير "الصادق" جي ايندڙ شماري ۾ ڇاپي ويندي ...... انشاءالله تعاليٰ